# قلندر، صُوفي ۽ مَلامتي

ڊاڪٽر نواز علي شوق



ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ

ڪتاب جو نالو: قلندرَ صُوفي ۽ مَلامتي

ليکڪ: ڊاڪٽر نواز علي شوق

پهريون ڇاپو: 2011ع

ڇپيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي
فون: 021_32737290

ڇپائيندڙ: عبدالعزيز عقيلي
سيڪريٽري ثقافت کاتو
حڪومت سنڌ

قيمت: 150/= رپيا


حضرت قلندر لعل شهباز جي 759 هين عُرس
جي موقعي تي خاص اشاعت


ڪتاب حاصل ڪرڻ لاءِ

ثقافت کاتو ڪتاب گهر
سامهون ايم پي اي هاسٽل
سر غلام حسين هدايت الله روڊ
ڪراچي 74400، سنڌ
فون: 021_99206073

# فهرست

# پبلشر نوٽ

سيوهڻ سنڌ جو هڪ قديم شهر آهي. جيڪو سڪندر اعظم جي زماني ۾ به اوج تي هو ستين صديءَ هجري ۾ لعل شهباز قلندر رحه جي آمد سبب ان جي اهميت ۾ اضافو ٿيو ۽ سنڌ جو روحاني مرڪز بڻجي ويو اها به هڪ حقيقت آهي ته سيوهڻ تي جيتري تحقيق ٿيڻ گهرجي اوتري اڃا تائين ٿي نه سگهي آهي.

ڊاڪٽر نواز علي شوق جي سنڌ جي ادب ۽ تاريخ تي گهري نظر آهي، تاريخ، تصوف ۽ صوفي بزرگ پڻ سندن مطالعي جا موضوع آهن. هن ڪتاب ۾ سيوهڻ شريف متعلق سندن هڪ مقالو شامل آهي. ان کان علاوه قلندر شهباز رحه جي دور ۽ ان دور جي عالمن ۽ صوفي بزرگن بابت به هڪ مقالو شامل آهي. سيدي مولہ ۽ ماڏو لعل حسين تي لکيل مقالا به تحقيق جي لحاظ سان اهم آهن. سوق صاحب انهن پنهي صوفي بزرگن تي سهڻا مقالا لکي هن ڪتاب ۾ اضافو ڪيو آهي.

هيءَ به هڪ حقيقت آهي ته لعل شهباز قلندر جي سوانح متعلق جيڪي ماخذ موجود نه آهي، اهو ئي سبب آهي جو قلندر لعل رحه متعلق لکيل ڪتابن، مضمونن ۽ مقالن ۾ ساڳين ڳالهين جو ورجاءُ نظر ايندو.

ان ۾ ڪو بہ شڪ ڪونهي تہ قلندر، صوفي ۽ ملامتي ٿيئي هڪڙي جي ويجهو آهن پر پوءِ بہ انهن ٽنهي ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ فرق ضرور آهي. ان ڳالهہ جي ضرورت آهي تہ انهن ٽنهي فرقن سان تعلق رکندڙ بزرگن بابت گهڻي کان گهڻو مواد هٿ ڪري تحقيق ڪئي وڃي. تصوف ۽ صوفي بزرگفن بابت تہ ڪافي مواد موجود آهي، پر انهن جي ڀيٽ ۾ قلندر ۽ انهن جي مسلڪن بابت سنڌي زبان ۾ مواد نہ هئڻ جي برابر آهي.

سائمن ڊگبي پهريون اسڪالر آهي، جنهن قلندر جي مسلڪن/ مشربن بابت انگريزي زبان ۾ هڪ تحقيقي مقالو لکيو هو. اهو اڻلڀ مقالو هٿ ڪري شوق صاحب ان جو سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪيو، جيڪو ڪتابي صورت ۾ پهريائينا دبي بورڊ پاران شايع ٿيو. هن ڪتاب ۾ ڊگبي واري ان مقالي جو سنڌي ترجمو ادبي بوڊ جي ٿورن سان شايع ڪيو پيو وڃي. مطلب تہ هن ڪتاب ۾ جيڪي بہ مقالا آهن. اُهي تحقيقي لحاظ کان اهم مقالا آهن.

آئون اُميد ڪريان ٿو تہ هي ڪتاب قلندر لعل شهباز جي پيغام، فڪر، فلسفي ۽ سيوهڻ جي تاريخ جي سلسلي ۾ عالمن، اديبن، محققن ۽ پڙهندڙن لاءِ ڪارائتو ثابت ٿيندو.

**عبدالعزيز عقيلي**

سيڪريٽري

ثقافت کاتو حڪومت سنڌ

ڪراچي

14 جولاءِ 2011ع

# پيش لفظ

قلندر شهباز رحہ جو دور تاريخي لحاظ کان مسلمانن لاءِ اونداهو دور هو. ستين صدي هجري ۾ اسلامي دنيا کي جيڪو نقصان پهتو، تباهي ۽ بربادي ٿي، ان جو دنيا جي تاريخ ۾ مثال ملڻ مشڪل آهي. اهو تاتارين جو هيبتناڪ حملو هو جيڪو هڪ تباهہ ڪندڙ طوفان وانگر اوير کان آيو ۽ سڄي اسلامي دنيا کي وڪوڙي ويو.

ان منحوس واقعي جو سبب ان وقت جي حڪمران علاءُ الدين محمد خوارزم شاهہ جي هڪ غلطي ۽ بي تدبيري هئي. جنهن پهريائين انهن تاتاري واپارين کي قتل ڪرايو جيڪي پنهي ملڪن جي وچ ۾ ٿيل هڪ واپاري معاهدي هيٺ واپار سانگي انهيءَ ملڪ ۾ آيا هئا. جڏهن چنگيز خان ان جو سبب معلوم ڪرڻ لاءِ پنهنجو هڪ سفير موڪليو تہ خوارزم شاهہ ان کي بہ مارائي ڇڏيو. جنهن تي تاتاري خاقان چنگيز خان کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي ۽ هن خوارزم شاهي سلطنت ۽ پوءِ ساري اسلامي دنيا تي ڀرپور حملو ڪيو.

تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪنهن حڪمران يا انسان جي غلطي وڏا نقصان پهچايا آهن. تنهن ڪري ڪنهن ملڪ جي حڪمران يا ڪنهن انسان کي هميشہ صبر، تحمل، بردباري ۽ دانائي سان فيصلو ڪرڻ کپي، ڇو تہ چوندا آهن تہ ”ڇُٽل تيرُ واپس نہ ايندو آهي.“ خوارزم شاهہ جي جذباتي ۽ غلط فيصلي سبب پوري اسلامي دنيا ۾ وڏي تباهي آئي. ڪيترائي شهر اُجڙي ويا. وسنديون

ويران ٿي ويون. ماڻهو دربدر خاڪ بسر هڪ شهر کان ٻئي شهر ڌڪا ٿاٻا کائيندا رهيا. وڏا وڏا علمي ۽ تمدني مرڪز تباهہ ٿي ويا. بغداد جهڙو علمي روحاني ۽ تمدني مرڪز تباهہ ٿي ويو. تاتارين مسلمانن تي وڏا مظالم ڪيا. اهي اهڙا تہ دل ڏاريندڙ واقعا آهن. جو لکندي دل ڏڪي ٿي ۽ اکيون رت رُئن ٿيون.

ان ڀاڱ اونداهي ۾ صُوفي سونهارا مولانا رومي رحہ. شيخ شهاب الدين سهروردي رحہ. بهاءُ الدين زڪريا رحہ. بابا فريد گنج شڪر رحہ. مخدوم جهانيان جهان گشت رحہ. لال شهباز قلندر رحہ ۽ ٻيا ان دور جا صوفي سونهارا چڻ روشنيءَ جا منارا هئا. ماڻهن ان مشڪل ۽ مصيبت واري وقت ۾، سندن صحبت ۾ رهي دلي سڪون ٿي حاصل ڪيو. جيڪڏهن ان ڏکئي وقت ۾ انهن بزرگن جو اجهو آسرو نہ هجي ها تہ انسان ۽ انسانيت کي تمام وڏو ڇيهو رسي ها. اج بہ انهن صوفي بزرگن جي سهڻي سيرت انسان ذات لاءِ مشعلِ راهہ آهي.

انهن بزرگن جي وصال کان پوءِ ٻين الله پاڪ جي پيارن ٻانهن سندن نقشِ قدم تي هلي، ڏکي انسانيت کي پنهنجي پيار ۽ محبت سان اجهو آسرو ۽ امن عطا ڪيو. هن ڪتاب ۾ انهن بزرگن مان نموني طور ماڏو لال حسين ۽ سيدي مولہ جي سيرت بابت بہ مقالا شامل ڪيا ويا آهن.

قلندر ۽ قلندري شرب ۽ مسلڪ کي سمجهڻ لاءِ وڏي مطالعي جي ضرورت آهي. هن موضوع تي سنڌي زبان ۾ تمام ٿورو مواد موجود آهي، تنهن ڪري هن ڪتاب ۾ سائمن ڊگبي جي هڪ انگريزي مقالي جو سنڌي ترجمو ڏنو ويو آهي.

جڏهن ماڻهو جنگين جون تباهيون ۽ بربادين ڏسن ٿا، تہ دنيا جي بي ثباتي اکين آڏو اچي وڃي ٿي. تاتارين جا حملا ڏسي، الله پاڪ جي ڪيترن ئي پيارن جي دنيا تان دل ٿهي وئي. هنن صوفي، قلندر ۽ مَلامتي مَشرب واري واٽ ورتي، انسان ذات جي بهتري ۽ ڀلائي بابت سوچيو ۽ تصوف جي ذريعي سندن رهبري ۽ رهنمائي ڪري ڪين سُڪون ۽ آرام پهچايو. ۽ هڪ اهڙو سُهڻو گس گهڙيو جنهن تي هلي انسان پنهنجي منزلِ مقصود تي پهتو. اهو ابدي گس اڃا بہ موجود آهي.

چاڪاڻ تہ لال شهباز قلندر رحہ ۽ ٻين صوفي بزرگن جي سهڻي سيرت پتڪندڙ ماڻهن کي سنئين دڳ لائيندي ۽ دکي انسانيت کي آرام ۽ سُڪون پهچائيندي

سيوهڻ دنيا جي قديم شهرن مان آهي. هن شهر مختلف دورن ۾ لاها چاڙها ڏٺا. هن سهڻي شهر تي سڪندر ۽ ٻين ٻاهرين ماڻهن وقت بوقت حملا ڪيا ۽ ان کي تباهہ ۽ برباد ڪرڻ ۾ وسان ڪين گهٽايو پر پوءِ بہ هيءُ شهر نئين سر آباد ٿيندو رهيو. موهن جي دڙي وانگر تباهہ ۽ برباد ٿي، ڪڏهن بہ کنڊرن جي صورت اختيار نہ ڪئي. وري جڏهن لال شهباز قلندر رحہ سيوهڻ کي پنهنجو مسڪن بڻايو تہ هن شهر جي سونهن سوڀيا ۽ عظمت ۾ اضافو ٿيو.

هن شهر ۾ قديم زماني کان مختلف مسلڪن ۽ مذهبن جا ماڻهو امن ۽ ڀائيچاري سان رهندا هئا. هيءُ شهر جيئن ڪالهہ امن ۽ محبت جو شهر هو. اڄ بہ پنهنجي شاندار ماضي وانگر پيار امن ۽ محبت جو شهر آهي. هر سال عرس جي موقعي تي مختلف مسلڪن ۽ مذهبن سان تعلق رکندڙ لکين ماڻهو لال سائين جي اعليٰ آستاني تي اچي عقيدت جو سلام پيش ڪن ٿا.

آءٌ محترم سسئي پليجو صاحبہ وزير ثقافت حڪومت سنڌ، محترم عبدالعزيز عقيلي صاحب سيڪريٽري، محترم محمد رمضان اعواڻ صاحب، ڊائريڪٽر جنرل، محترم منظور احمد قناصري صاحب ڊائريڪٽر ۽ ڊاڪٽر محمد علي مانجهي صاحب جو ٿورائتو آهيان، جن منهنجو هيءُ ڪتاب قلندر لال جي 759 هين عرس جي موقعي تي ڇپرائي پڌرو ڪيو.

ڊاڪٽر نواز علي شوق

ڪراچي
19 جولاءِ 2011ع

# سدا آباد تاريخي شهر
# سيوهڻ شريف

سيوهڻ دنيا جي قديم شهرن مان هڪ آهي. ان جو ثبوت سندس تاريخ ۽ جاگرافيائي بيهڪ آهي. هڪ طرف کان جبلن جي قطار، ٻئي پاسي کان ايشيا جي وڏي ۾ وڏي قديم ڍنڍ، جنهن جو آبي ذريعو هڪ پاسي کان ڇمر تي ڇر جي ڇاٽ، ته ٻئي پاسي سنڌوءَ جي قديم ڇاڙهه الهندو نارو رهيو آهي، جيڪو سنڌوءَ جي مڪيه وهڪري مان مختلف ڦاڪن کان ڇڇي، اڇي منڇر ۾ دنگ ڪندو هو ۽ واڊو ۽ پاٽي اڙل وسيلي وچي وري سنڌوءَ سان ملندو هو.

هن خطي جي تاريخي ۽ جاگرافيائي اهميت جي مدنظر، آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا 1930ع ڌاري ڪاڇي جي وٽ پاسي جي کوٽائي ڪرائي کوجنا ڪئي هئي. سرگواسي مجمدار وڏا ڪشالا ڪيا، ڏينهن رات هڪ ڪري سنڌ سيپتا جا لڪل لعل نروار ڪيا هئا. انهن ماڳن بابت سندس مشهور ڪتاب Explorations in Sindh جو سنڌي ترجمو موجوده دور جي مقبول ۽ مشهور مترجم عطا محمد ڀنڀرو صاحب ڪيو هو ۽ اهو ڪتاب سن 1997ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڇپرائي پڌرو ڪيو آهي.

مجمدار پنهنجي ٽيم سان گڏ سنڌو ماتريءَ جو ڏگهو سفر ڪيو. مختلف ماڳن تي وڃي کوٽائي ۽ کوجنا ڪري، اسان کي سنڌ جي

قديم آثارن، خاص طور سنڌ جي قديم ڪنيارڪي ڪم بابت مفيد معلومات ڏني. هن پنهنجي سفر دوران هڪ سؤ کن قديم دڙا ۽ پيا ماڳ ڏوري ڏنا. ڪيس چانهون ۽ آمريءَ ۾ تاريخ کان اڳ واري دور جا آثار نظر آيا. آمريءَ ۾ ڪيس سنڌو سيپتا جا به تهه مليا. هڪ موهن جي دور وارو ۽ ٻيو موهن کان به آڳاٽو هو.

مجمدار سيوهڻ متعلق لکيو آهي ته. ”هيءُ شهر لعل شهباز جي مزار جي ڪري سنڌ ۾ گهڻو مشهور آهي ۽ هتي هر سال وڏو ميلو لڳندو آهي. سيوهڻ کي اڳي ڪنهن زماني ۾ ”سيستان“ جي نالي سڏيو ويندو هو. سڪندر جي مؤرخن هن شهر کي ”سنديمان“ (Sendiman) سڏيو آهي. ابن حوقل ۽ ٻين جاگرافي دانن مهراڻ جي اولاهين خطي کي ”سئدوسان“ ڪوٺيو آهي. چچنامي مطابق هيءُ شهر مڪران جي حدن تائين سڄي اولهه سنڌ جو صدر مقام هو.“[1]

مجمدار وڌيڪ لکي ٿو ته ”آڳاٽي زماني ۾ سيوهڻ کي اهم حيثيت هوندي هئي. ڪيس اڙل جو پاڻي اتر اولهه کان ڦري اچي ٿو ۽ تورو ڏکڻ طرفان به ڦيرو ڏئي ٿو. اوپر پاسي کان درياهه اٿس ۽ لڪيءَ واري لڪ جي سامهون آهي. جيڪڏهن هيءُ لڪ بند ڪري ڇڏجي ته بلوچستان جي سنڌ ۾ داخلا بند ٿي ويندي.

مجمدار سيوهڻ جي آسپاس جنهن به ماڳ جي کوٽائي ڪري کوجنا ڪئي ته هر هڪ ماڳ گهٽ ۾ گهٽ پنج هزار ورهيه پراڻو ثابت ٿيو. تنهن ڪري سيوهڻ شريف لاءِ به اهو يقين سان چئي سگهجي ٿو ته اهو پنج هزار ورهين کان به وڌيڪ پراڻو آهي.

ٻڌ ڌرم جو هڪ مشهور ڪتاب آهي، جنهن ۾ مهاتما ٻڌ جا قول ڪٺا ڪيا ويا آهن، جنهن ۾ ”سؤوير“ ملڪ جي گاديءَ جي هنڌ جو نالو روروڪ (Roruk) ٻڌايو ويو آهي، جنهن ماڳ لاءِ چئي سگهجي ٿو ته اهو پڪ سان ”اروڙ“ هوندو. مهاتما گوتم ٻڌ حضرت عيسيٰ عليه السلام

[1] سنڌ ۾ قديم کنڊرن جون کوٽايون ۽ کوجنائون. مجمدار (سنڌي ترجمو عطا محمد ڀنڀرو) ص 88-89 سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو

کان ڇهه صديون اڳ تي گذريو آهي ۽ ان زماني ۾ به اروڙ سنڌ سؤوير جي گاديءَ وارو هنڌ هو. اروڙ ڪڏهن آباد ٿيو؟ ان بابت تاريخن ۾ مستند احوال ڪونه ٿو ملي، پر اهو اندازو ٿئي ٿو ته اروڙ وارو ماڳ مهاتما گوتم ٻڌ کان صديون پراڻو آهي، پر مئڪمرڊو جي بيان موجب سيوهڻ هن شهر کان گهڻو اڳاتو آهي.

سڪندر جي دور (325 ق-م) ۾ به هيءُ شهر، سنڌ جي وسيع علائقي جي راڄڌاني ۽ هڪ قلعه بند شهر هو. ائرين هن شهر کي سنڊومان (Sandomana) سڏيو آهي، پر اهو ڪونه ٻڌايو اٿس ته سنڌو ان زماني ۾ سيوهڻ کان ڪيترو پري هو. سڪندري مؤرخن ڊايوڊورس، اسٽرئبو ۽ ٻين هن شهر جو نالو ڪونه ٻڌايو آهي، پر قلعي جي سگهاري هئڻ جو ذڪر ضرور ڪيو اٿن. اسٽرئبو جي بيان مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته ان زماني ۾ سنڌو درياهه سيوهڻ کان ڪجهه پري هو. ڇو ته تاريخن مان معلوم ٿئي ٿو ته سڪندر پنهنجا ٻيڙا درياهه ۾ ڇڏي، خشڪيءَ جو سفر ڪري، سيوهڻ فتح ڪري ان ماڳ تي موٽي آيو، جتي هن پنهنجا ٻيڙا ڇڏيا هئا. اهو واقعو 325 ق-م جو آهي.

عرب فاتح محمد بن قاسم سيوهڻ جي اهميت کان واقف هو. هن اروڙ ۽ راوڙ جي فتح کان اڳ سيوهڻ فتح ڪرڻ ضروري سمجهيو هو. هو ديبل فتح ڪرڻ کان پوءِ پاڻ خشڪي رستي نيرون ڏانهن روانو ٿيو ۽ پنهنجا ٻيڙا سنڌوءَ جي اوڀارين رخ روانا ڪيائين. نيرون فتح ڪرڻ کان پوءِ هن سيوهڻ فتح ڪرڻ لاءِ خشڪي رستي اتر طرف پيش قدمي ڪئي هئي. جنگي حڪمت عمليءَ جي لحاظ کان اهو قلعو برهمڻ آباد فتح ڪرڻ کان اڳ فتح ڪرڻو هو، جيڪو سنڌوءَ جي ٻئي طرف هو. ان مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته ان زماني ۾ سيوهڻ کي وڏي اهميت حاصل هئي.

محمد بن قاسم جڏهن سيوهڻ تي حملو ڪيو ته سنڌوءَ جي ڇاڙهه جو پاڻي شهر جي ڀُن پاسن کان ڦري آيو هو. محمد بن قاسم اهڙي صورتحال جو فائدو وٺي سيوهڻ تي حملو ڪيو. ان زماني ۾ سنڌو

سيوهڻ کان ڪجهه مفاصلي تي اوپر طرف وهي رهيو هو. ابن بطوطہ 1333ع ۾ جڏهن سنڌ ۾ آيو هو تہ اچي سيوهڻ ۾ ترسيو هو.

اڪبر جي زماني ۾ درياهہ سيوهڻ جي پرسان وهندو هو. پاٽ ۽ تلٽي ان جي اپرندي ڪنار سان آباد هئا. مرزا جاني بيگ ۽ عبدالرحيم خان خانان جي وچ ۾ بحري جنگين جا مقابلا نصرپور ۽ سيوهڻ جي وچ واري درياهي وهڪري ۾ ٿيندا رهيا. يعني هو سيوهڻ جي اهميت کان واقف هو. تنهن ڪري هن پهرين سيوهڻ جو رخ ڪيو. برطانيا جي فوجي آفيسرن بہ هن شهر جي اهميت محسوس ڪئي هئي. هنن سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ پهريائين سيوهڻ تي قبضو ڪرڻ طرف اشارو ڪيو هو. هنن پنهنجي رپورٽ ۾ لکيو آهي تہ : ڪراچي ، سيوهڻ ۽ بکر ۾ انگريزن جي لشڪر جي موجودگي سنڌ جي فتح جي علامت ثابت ٿيندي.

سيوهڻ جي قدامت جو ذڪر ڪندي ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ لکيو آهي تہ:

”سنڌ ۾ جيڪي قديم شهر هينئر آباد آهن، انهن مان سيوهڻ سڀني کان آڳاٽو آهي. هيءُ شهر اهڙي هنڌ تي آهي جو هڪ پاسي کان جبل اٿس تہ ٻئي پاسي کان درياءُ. انهيءَ ڪري قدرتي طرح جيئن ئي انسان جو وجود هن سرزمين تي ظاهر ٿيو هوندو، هيءُ هنڌ انسان جو مرڪز ٿي رهيو هوندو. جڏهن اجا انسانن کي شهرن اڏڻ جو شعور نہ آيو هو. هُو جبلن جي چُرن ۾ رهندا هئا ۽ جهنگلي جانورن ۽ مڇيءَ تي گذران ڪندا هئا، تڏهن کان ئي انسانن هن پاسي کي آباد ڪيو هوندو.“ [1]

جنرل ڪننگهام پنهنجي ڪتاب Ancient Geography of India[2] ۾ لکيو آهي تہ ”سيوهڻ الور برهمڻ آباد ۽ ٻين شهرين کان گهڻو آڳاٽو آهي.“

---

[1] ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ، سوانح حضرت قلندر لعل شهباز ص 14

[2] قديم سنڌ، ص 67

ڪاڪي ڀيرومل پنهنجي ڪتاب قديم سنڌ ۾ لکيو آهي ته:
”قديم زماني جي اوائل ۾ سنڌ جو رڳو الهندي طرف وارو جابلو ڀاڱو وسيل هو ۽ ان وقت جي ماڻهن جي سڀيتا جو مرڪز سيوهڻ ۽ لاڙڪاڻي وارو پاسو هو.“ [3]

ڪاڪي ڀيرومل ساڳئي ڪتاب ”قديم سنڌ“ ۾ سيوهڻ شريف بابت لکيو آهي ته، ”سڄي سنڌ ۾ اول سيوهڻ وارو پاسو وسيو هو. قديم ۾ قديم سنڌين جا ماڳ جيڪڏهن ڪنهن کي ڳولهڻا هجن، ته سنڌ جي اولهندي طرف وارن جبلن جي قطار ۽ سيوهڻ ۽ لاڙڪاڻي طرف جا اهي هنڌ، جي سنڌوندي ۽ الهندي ناري کي ويجها آهن، سو خاص ڪري سيوهڻ ۽ لڪي وارو پاسو ڳولي، جو سنڌ جي قديم سڀيتا جو پتو اتان ئي پوڻو آهي.“ [4]

سيوهڻ شريف ۾ هڪ قديم غار آهي، جنهن کي ”يڪ ٿنيي“ سڏيندا آهن. لڪيءَ لڳ گرم پاڻي وارن چشمن جي پرسان پڻ ڪي غارون آهن، جيڪي انساني هٿن جون ٺاهيل معلوم ٿين ٿيون. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته هزارين سال اڳ پٿر جي زماني ۾ انسان انهن غارن ۾ رهندا هئا.

سيوهڻ کان 14 ميل اتر طرف جهانگارا نالي هڪ ننڍو شهر آهي. ان جي پرسان ”بندڙي“ نئن وهي اچي منڇر ڍنڍ ۾ پوي ٿي. جهانگارن کان 8 ميل ڪن مٿي، جبلن جي ڀيڪڙ ۾، نئن جي پاڻيءَ کي بند ڪرڻ جي هڪ تمام قديم بند جا نشان ملن ٿا. انهيءَ ”بند“ جي ڪري، هينئر ان نئن کي ”بندڙي“ سڏيو وڃي ٿو. نشانن مان معلوم ٿئي ٿو ته اهو بند اٽڪل ساڍا ٽي ميل ڊگهو هو. بند جو جيڪو ٽڪر هن وقت بيٺو آهي، ان جي هن وقت اوچائي ساڍا ڀاويهه فوٽ آهي. بند جي اوچائي اجا به گهٽي هوندي جا ڪسابن کان گهلندڙ هوائن ۽ مينهن گهٽائي ڇڏي آهي. بند نهايت ڪاريگري ۽ مضبوطيءَ سان ٻڌل آهي.

---

[3] هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو عطا محمد ڀنڀري ڪيو آهي ۽ اهو سنڌي ادبي بورڊ ڇپرايو آهي.
[4] قديم سنڌ، ص 54

پٿرن جي اوساريءَ سان خانا ٺاهي، انهن ۾ بجري ۽ واري پري وئي آهي. سلامي بہ اڄ ڪلهہ جي بندن جهڙي ڏنل آهي. مطلب تہ نهايت ڪاريگريءَ سان بند ٻڌل نظر اچي ٿو. معلوم ٿئي ٿو تہ هن بند جي ذريعي نئن جي پاڻي کي روڪي، هٽرادو تلاءُ ٺاهي، ان مان واهہ ڪڍي آبادي ڪئي ويندي هئي. مقامي ماڻهو بہ ائين چون ٿا. هو ان کي "ڪافر بند" ڪوٺين ٿا ۽ چون ٿا تہ ڪن ڪسابن جو آهي. هيءَ Tank Irrigation جو هڪ بهترين نمونو آهي. هن مان معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ جا ماڻهو هزارين سال اڳ انهيءَ هنر کان واقف هئا. هن مان اهو خيال بہ غلط ثابت ٿئي ٿو جو ڪاڪي پيرومل، توڙي ٻين عالمن ڏيکاريو آهي تہ سنڌي فقط درياءَ جي ٻوڏ تي آبادي ڪندا هئا. هن مان صاف ثابت ٿئي ٿو تہ سنڌي هٽرادو آبپاشيءَ کان پوريءَ طرح واقف هئا. [1]

چچ نامي ۾ عرب فوج جي چُرپُر ۽ سيوهڻ تائين پهچڻ جو احوال هن ريت ڏنل آهي: محمد بن قاسم سيوهڻ ڏانهن ويندي درياهہ ڪونہ اُڪريوهو. هُو نيرون کان 30 فرسنگ يا 110 ميل سفر ڪري سيوهڻ پهتو هو. منجنيق جي استعمال مان پتو پوي ٿو تہ، سيوهڻ وارو قلعو نهايت ئي مضبوط هو ۽ شهر جو نالو سيوستان[2] ٻڌايو وڃي ٿو. جڏهن تہ ٻئي هڪ مشهور ڪتاب "طبقات ناصري" ۾ هن ماڳ جو نالو "سندستان" ڏنل آهي.[3] تحفة الڪرام ۾ هن شهر کي "سيوستان" ڄاڻايو ويو آهي.[4] جڏهن تہ عرب مؤرخن ۽ جاگرافي دانن هن شهر کي سيوستان، شادوسان، سدوسان ۽ سندستان سڏيو آهي. [5]

مير علي شير قانع تحفة الڪرام ۾ ٻڌايو آهي تہ: جڏهن اڪبر جي موڪليل گورنر محمد صادق خان کي مرزا جاني بيگ شڪست ڏني، تہ عبدالرحيم خان خانان دهليءَ مان وڏو لشڪر وٺي سنڌ پهتو.

---

[1] ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ، سوانح حضرت لعل شهباز قلندرؒ، ص 16

[2] چچ نامو (سنڌي ترجمو) ص 168 ۽ 170

[3] طبقات ناصري ص 744، 788 ۽ 799

[4] تحفة الڪرام (سنڌي ترجمو) ص 188 ۽ 189

[5] تاريخ سنڌ اعجاز الحق قدوسي ص 396

اهو ڏسي مرزا جاني بيگ رستم بيگ کي فوج ڏئي، سيوهڻ جي حفاظت لاءِ موڪليو هو. تاريخ مان ثابت ٿئي ٿو ته سنڌ جي بچاءَ واري جنگ هميشه سيوهڻ ۾ وڙهي وئي آهي. پوءِ اهو سڪندري دور هجي، سومرا سما دور، ارغونن جا حملا هجن يا تغلقن جون ڪاهون. داراشڪوه بکر ۾ اورنگ زيب جي حملي کان محفوظ نه رهيو، پر جيڪڏهن هُو بکر بجاءِ سيوهڻ کي پنهنجي بچاءَ جو مرڪز بڻائي سگهي ها، ته سياسي سگهه جو توازن بدلجي وڃي ها.

شاه بيگ ارغون به لَڪيءَ وارا لڪ اُڪري، سيوهڻ جي اوسي پاسي وارا علائقا هٿ ڪري، سنڌ تي قبضو ڪيو هو.

مير علي شير قانع، تحفة الڪرام ۾ ڄاڻايو آهي ته ”سيوهڻ قديم دؤر کان هڪ خلاصو تخت گاهه هو.“[6]

سنڌ ۾ جڏهن سمن جو زور وڌيو ته هنن به هڪدم سيوهڻ تي قبضو ڪيو ۽ وري جڏهن سمن جي آخري حڪمران کان شاهه بيگ ارغون حڪومت کسي ورتي ته سيوهڻ تي قبضو ڪرڻ لاءِ ڪيس هڪ ٻي جنگ وڙهڻي پئي. شاه بيگ جي پٽ مرزا شاه حسين جي زماني ۾ همايون، شير شاه کان شڪست کائي، جڏهن سنڌ ۾ آيو ته هن سيوهڻ تي قبضو ڪرڻ لاءِ پورو زور لڳايو پر ڪامياب ٿي نه سگهيو. سنڌ جڏهن دهليءَ جي حڪمرانن جي قبضي ۾ هئي، ته ان دؤر ۾ سيوهڻ ۾ مغلن جو هڪ گورنر مقرر هوندو هو. لاڙڪاڻه گزيٽيئر ۾ سيوهڻ بابت جيڪو احوال آيل آهي، هتي ان جو اختصار پيش ڪجي ٿو:

”... آخر جڏهن دائودپوٽا، ڪلهوڙا ۽ پنهور سنڌو درياه جي ساڄي ڪناري واري علائقي ۾ پاڻ ۾ وڙهڻ جهيڙڻ لڳا، ته ان کان پوءِ سيوهڻ جي اهميت گهٽجي وئي. ڪلهوڙن سيوهڻ کان 20 ميل اتر طرف خدا آباد کي گاديءَ جو هنڌ بڻايو. ان کان پوءِ حيدرآباد کي راڄڌاني بڻايو ويو. اهڙيءَ ريت سيوهڻ جي سياسي حيثيت ۽ اهميت کي ڌڪ رسيو. پر تيرهين صدي عيسوي کان سيوهڻ کي اهو شرف حاصل رهيو آهي ته

---

[6] تحفة الڪرام (سنڌي ترجمو) ص 348، 349

هتي سنڌ جي سڀ کان وڏي ولي الله لعل شهباز قلندر جي خانقاه آهي.“

هن گزيٽيئر ۾ اهو پڻ لکيل آهي تہ ”هتي هزارين هندو زيارت لاءِ ايندا آهن. سندن خيال آهي تہ قديم زماني ۾ هتي ڪو مندر يا مڙهي هئي. هُو هن هنڌ کي راجا ڀرتري هري[1] جي آرام گاهہ ڪوٺين ٿا. ٽاڊ بہ پنهنجي ڪتاب ”ائنالس آف راجستان“ جي جلد پهرين ۾ لکيو آهي تہ هتي (سيوهڻ ۾) راجا وڪرما جيت جو ڀاءُ راجا ڀرتري هري بہ رهندو هو. اهو لڳ ڀڳ سڪندر جو دؤر چئي سگهجي ٿو. لاڙڪاڻہ گزيٽيئر ۾ ص 46 کان 52 تائين سيوهڻ شريف بابت جيڪو احوال ڏنو ويو آهي، هتي ان مان ڪن وڏيڪ حصن جو ترجمو ڏنو وڃي ٿو:

”سيوهڻ اڙل واهہ جي ساڄي ڪناري هڪ مٿاهين جڳهہ تي آهي. اڙل منڇر ڍنڍ مان نڪري سنڌو درياهہ ۾ وڃي چوڙ ڪري ٿو. پهريائين درياهہ هن وستيءَ جي ويجهو وهندو هو. پر هينئر اٽڪل ٽي ميل پري وهي ٿو.“

”سيوهڻ تاريخي لحاظ کان نهايت ئي قديم شهر آهي. ڪن جو چوڻ آهي تہ ”سنڊيمان“ جي بادشاهہ سامبس، سڪندر سان مقابلي جو ست نہ ساري هٿيار ڦٽا ڪيا هئا. هيءُ اهوئي شهر آهي. هيءُ شهر لکيءَ واري لڪ جي صفا سامهون آهي. تنهن ڪري سنڌ تي قبضو ڪرڻ واسطي هر فاتح لاءِ سڀ کان پهرين سيوهڻ تي قبضو ڪرڻ لازمي هوندو هو.“

ستين صديءَ ۾ جڏهن سنڌ ۾ هندو راجائن جو راڄ هو تڏهن هيءُ ملڪ پنجن صوبن ۾ ورهايل هوندو هو. سيوهڻ هڪ صوبي جو مرڪزي شهر هوندو هو. محمد بن قاسم ديبل فتح ڪرڻ کان پوءِ سڌو سيوهڻ جو رخ ڪيو ۽ ان تي سولائيءَ سان قبضو ڪري ورتو. ڇو تہ هتان جا رهاڪو ٻڌ مت جا پوئلڳ هئا، جيڪي جنگ جي خلاف هئا.

تاريخ کان اڳ واري دور سان لاڳاپيل واپاري شاهراهہ ٽاٽي احمد خان ۽ سيوهڻ وٽان لنگهي اڳتي ويندي هئي. ان قديم شاهراهہ تي

[1] لاڙڪاڻہ گزيٽيئر ص 46 کان 52 تائين، سن 1919ع

پٿرن جون قديم اڏاوتون نظر اينديون. جن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اهي قافلي سرائون هيون. جن جو تعلق عربن جي حملي کان اڳ واري دور سان آهي.

منهنجي ذاتي راءِ آهي تہ دنيا جا ٽي شهر اهڙا آهن. جيڪي هزارين سال قديم آهن. بلڪہ اڄ بہ آباد آهن. انهن ۾ هڪ عراق جو شهر شايد بغداد، ٻيو ملتان ۽ ٽيون سيوهڻ شريف آهي. انهن شهرن تي تاريخ جي مختلف دورن ۾ حملا ٿيا. تباهي آئي، پر وري آباد ٿيندا رهيا. بغداد جي تاريخي ۽ روحاني اهميت کان ڪو انڪار ڪري نہ ٿو سگهي. ملتان اوليائن جي سرزمين آهي. لعل شهباز قلندر رح جن ڪجهہ عرصو اتي رهيا. ملتان جو گورنر شهزادو سلطان محمد سندن عقيدتمند هو جنهن کين هميشہ لاءِ ملتان ۾ رهڻ جي گذارش ڪئي. ان مقصد لاءِ هڪ خانقاهہ بہ ٺهرائي، پر لعل شهباز اهو شرف سيوهڻ کي بخشيو ۽ هو "سنڌڙيءَ جو سيوهڻ جو سخي لعل شهباز" سڏجڻ لڳو.

سيوهڻ اڄ بہ آباد آهي ۽ سدائين آباد رهندو.

## واڏارو:

ڀرتري هري ڪير هو؟ ڪڏهن پيدا ٿيو؟ ۽ ڪڏهن لاڏاڻو ڪري ويو؟ ان بابت مستند معلومات نٿي ملي. فقط ايترو معلوم ٿئي ٿو تہ هُو "اجين" جي آسپاس جي شاهي گهراڻي جو هڪ شهزادو هو. هن ڪجهہ عرصو حڪومت بہ ڪئي، بعد ۾ هڪ واقعي سبب راڄ ڀاڳ ڇڏي جنهگلن جبلن ڏانهن هليو ويو.

ڪي تاريخ نويس لکن ٿا تہ هو مهاراجا وڪرماجيت جو ڀاءُ هو. جيڪڏهن اها راءِ صحيح آهي تہ پوءِ هُو پهرين صدي قبل مسيح پيدا ٿيو هوندو. ڪي محقق سندس دور ستين صدي هجري ٻڌائين ٿا. بهرحال اها هڪ حقيقت آهي تہ هو هڪ شهزادو هو ۽ هڪ اڻ سهائيندڙ واقعي سبب دنيا جي ڌنڌن کان بيزار ٿي شاهي ڇڏي فقيري اختيار ڪيائين. هن جو سڀ کان اهم واقعو ويراڳ آهي. مختلف

روايتن جي روشنيءَ مان جيڪا ڳالھ نروار ٿئي ٿي، سا هن ريت آهي:

هڪ برهمڻ گھڻو عرصو ڏٽيءَ جي عبادت ڪئي. مالڪ مٿس مهربان ٿيو ۽ کيس امرت ميوو ڏنائين. اهو ميوو اهڙو آهي جو جيڪو کائيندو، سو سدائين جوان رهندو ۽ موت کيس ماري نہ سگھندو. هن اهو ميوو پرتري هريءَ کي ڏنو. ڇاڪاڻ تہ هُو هڪ پيارو انسان هو. راجا پرتري کي پنهنجي راڻي "اننگ سينا" سان تمام گھڻي محبت هئي جيڪا نهايت خوبصورت هئي. هن اهو ميوو ان ڪري پنهنجي راڻيءَ کي ڏنو تہ جيئن هن جو حسن قائم دائم رهي. راڻيءَ جي وري ڪنهن ٻئي سان محبت هئي. هن اهو ميوو وڃي پنهنجي اُن يار کي ڏنو. ان نوجوان جي وري ڪنهن ٻي عورت سان محبت هئي. تنهن ڪري هن اهو امرت ميوو وڃي پنهنجي ان محبوبہ کي ڏنو.

اها عورت ڪنهن سبب پنهنجي زندگيءَ کان بيزار هئي، تنهن ڪري هن اهو ميوو وڃي راجا پرتري هريءَ کي ڏنو. اهو ڏسي هُو حيرت ۾ پئجي ويو. جڏهن کيس سموري حقيقت معلوم ٿي تہ سندس اکين اڳيان اوندھ ڇانئجي وئي. سندس دل جي دنيا ۾ وڏي تبديلي اچي وئي. اُن واقعي سندس اندر واريون اکيون کولي وڌيون. کيس انساني زندگي پنهنجي اصلي روپ ۾ نظر اچڻ لڳي. هن سوچيو تہ ڇا واقعي محبت فريب آهي! دوکو آهي! هڪ اهڙي رُڃ، جيڪا اڃايل هرڻ کي پاڻيءَ جو دوکو ڏيئي ڊوڙائي ڊوڙائي ماري ڇڏي ٿي. ٻاهران هيءَ دنيا ڪيتري نہ حسين ۽ دلڪش نظر اچي ٿي، پر جيڪڏهن غور سان ڏٺو وڃي تہ اها ڪيتري نہ ڪُڏي ۽ ڪِني آهي!

اهو ئي سبب آهي جو پرتري دنيا کان بيزار ٿيو. هن ڏٺو تہ انسان ۾ دوکو، فريب، مڪر، منافقت، جنگيون، جهيڙا، قتل ۽ فساد ڇا ڇا نہ هو تنهن ڪري هُن بادشاهي ڇڏي فقيري اختيار ڪئي، شاهي محل کي ڇڏي وڃي جهنگلن جبلن ۾ رهڻ لڳو.

***

# لال شهباز قلندر جي دور جا مشهور عالم ۽ صوفي بزرگ

لال شهباز قلندر جي ولادت جو سن ڪن محققن 538هہ تہ ڪن 573هہ ٻڌايو آهي. اهڙيءَ ريت سندن وصال جي سن بابت بہ عالمن جا مختلف رايا آهن. مگر گهڻن جي راءِ اها آهي تہ سندن وصال 673هہ ۾ ٿيو. اهو ستين هجري وارو دور اسلامي تاريخ ۾ وڏي پيچ ڌاهہ، افراتفري ۽ تباهي جو دور هو. تاتارين جي ظالمانہ ۽ وحشيانہ حملن سبب سوين شهر وستيون ۽ واهڻ تباهہ ۽ برباد ٿي ويا. مشهور مؤرخ ابن خلدون لکيو آهي تہ "هڪ سال يا ڪجهہ وڌيڪ عرصي ۾ تاتاري دنيا جي هڪ چيڙي کان ٻئي چيڙي تائين مالڪ بڻجي ويا. حد کان وڌيڪ خونريزي لٽ مار ڪيائون. هنن ايڏا تہ ڪيس ڪلور ۽ قهر ڪيا، جيڪي دنيا اڳ نہ ڏٺا نہ ٻڌا (تاريخ ابن خلدون، اردو ترجمو صہ 640). بغداد جيڪو علم ادب ۽ روحانيت جو مرڪز هو سو اهڙو تباهہ ٿيو جو وري سئن نہ آيو. رهي کُهي ڪسر ويجهڙائي ۾ آمريڪي حملن پوري ڪري ڇڏي، اجا تائين ان جي تباهي ۽ بربادي ٿي رهي آهي. واقعي بغداد سا بغداد ٿي ويو آهي.

هيءَ هڪ حقيقت آهي تہ بغداد، ملتان ۽ سيوهڻ دنيا جي قديم شهرن مان آهن. انهن ٽنهي شهرن تي مختلف دورن ۾ حملا ٿيندا رهيا آهن، مگر تباهي کان پوءِ بہ وري آباد ٿيندا رهيا آهن ۽ اجا تائين انهن

جو وجود باقي آهي. انهن ٽنهن شهرن جا ڪنهن نہ ڪنهن طرح هڪ ٻئي سان صدين کان علمي ۽ روحاني لاڳاپا رهيا آهن.

بغداد جي عظيم بزرگ حضرت پيران پير دستگير سيد عبدالقادر جيلاني رحہ جو اولاد ڪنهن روحاني اشاري هيٺ بغداد مان هجرت ڪري سنڌ ۾ آيو جتي اڄ بہ انهن جون خانقاهون موجود آهن. ملتان ۾ غوث بهاءُالحق جي درگاهہ وڏو روحاني مرڪز آهي. انهن جو اولاد سنڌ ۾ اچي رهيو. ساماري ۽ ٻُڪيرا ۾ انهن جون درگاهون موجود آهن. غوثي سلسلي جا عقيدت مند هر سال عرس جي موقعي تي پنهنجي مرشد بهاءُالدين زڪريا جي مزار تي حاضري ڀريندا آهن. جيڪو لال شهباز قلندر جو دوست ۽ ساٿي هو. اهڙي طريقي صدين کان سنڌ، ملتان ۽ بغداد جو هڪ خاص روحاني رشتو رهيو آهي. ڪنهن زماني ملتان بہ سنڌ جو حصو هو. لال شهباز قلندر جو ملتان ۾ قيام، بهاءُالدين زڪريا سان روح رهاڻيون، اڄ جي بزرگ حضرت جلال بخاريرحہ ۽ پاڪ پٽڻ جي بزرگ بابا فريد شڪر گنج سان گڏجي سير سفر ڪرڻ ان روحاني تعلق جو چٽو ثبوت آهي.

بهاءُالدين زڪريارحہ جڏهن بغداد ۾ شيخ شهاب الدين سهرورديءَ وٽان تعليم مڪمل ڪري ملتان موٽڻ جي اجازت گهري تہ استاد کين چيو تہ ڦيرائين بکر وڃي مخدوم نوح بکري سان ملجانءِ. بهاءُالدين زڪريا استاد جي چوڻ موجب بکر آيو پر مخدوم نوح رحہ وفات ڪري ويو هو. مزار تي فاتحہ پڙهي هو ملتان هليو ويو. تاريخ مان معلوم ٿئي ٿو تہ ان دور جي مشهور بزرگن بهاءُالدين زڪريارحہ، جلال بخاريرحہ، بابا فريد شڪر گنجرحہ جو سنڌ جي قديم شهرن بکر، ٺٽي ۽ سيوهڻ سان لاڳاپو رهيو آهي. خاص طور سيوهڻ سان انهن بزرگن جو هڪ روحاني تعلق رهيو آهي.

تباهي ۽ برباديءَ وارو اهو طوفان 615هہ ۾ تاتار کان ڪڙو ٿيو. ان وقت لال شهباز قلندر جي ڀوهہ جواني هئي. تاتارين جا حملا ستين صدي هجري جي پڇاڙي تائين جاري رهيا. يعني لال شهبازرحہ جي

جوانيءَ کان پيري تائين مختلف شهرن ۾ تباهي ۽ بربادي ٿيندي رهي. ڪي بيگناهه مري ويا، جن کي ڀڄڻ جو موقعو مليو تن ڀڄي جان بچائي ۽ اچي ڪنهن ٻئي شهر ۾ رهيا. اها فطري ڳالهه آهي ته جڏهن حالتون سازگار نه هونديون آهن ته ماڻهو لڏپلاڻ تي مجبور ٿيندو آهي.

لال شهباز قلندررحه پنهنجو وطن ڇو ڇڏيو؟ ان جو هڪ وڏو سبب تاتارين جا مظالم هئا. ٻيو سبب هي به آهي ته قلندري مشرب وارا مجرد هوندا آهن. سندن ڪو گهر گهاٽ ڪو نه هوندو آهي، سدائين سفر ۾ هوندا آهن. انهن جو شيوو انسانن کي هدايت ڪرڻ ۽ پاڻ ۾ امن ۽ ڀائيچارو پيدا ڪرڻ هوندو آهي. جڏهن حالتون سازگار نه هونديون آهن ۽ ماڻهو پنهنجو وطن ڇڏڻ تي مجبور ٿيندو آهي ته ڪنهن اهڙي هنڌ ويندو آهي، جتي امن و امان ۽ سڪون هجي. سنڌ ۾ ان وقت سومرن جي حڪومت هئي. امن امان ۽ سڪون هو ان ڪري لال شهباز سير سفر ڪندو مختلف صوفي بزرگن سان ملاقاتون ڪندو سنڌ ۾ آيو.

تاتارين جي قهري ڪاروائين کان ڪجهه عرصو اڳ سلطان محمود غزنوي جي تباهه ڪُن حملن سبب به ڪيترن ئي عالمن ۽ صوفي بزرگن لڏ پلاڻ ڪئي. سيد علي هجويري داتا گنج بخشرحه مختلف ملڪن جو سير سفر ڪندي اچي لاهور ۾ پهتو خواجه معين الدين چشتي اچي اجمير وسايو جلال الدين بخاري اچ شريف کي شرف بخشيو بابا فريد اچي پاڪ پٽڻ ۾ رهيو.

لال شهباز قلندررحه جي سوانح بابت ڪو به مستند ڪتاب موجود نه آهي. سندن سوانح جا اهم ماخذ سيد عبدالقادر ٺٽوي جو حديقته الاوليا، مير معصوم جي تاريخ معصومي، ضيا برني جي تاريخ فيروز شاهي، مير علي شير قانع جا به ڪتاب تحفته الڪرام ۽ معيار سالڪان طريقت، تذڪره مشائخ سيوستان، مير غلام علي آزاد جو ماثرالڪرام ۽ عبدالله قصوري جو ڪتاب معارج الولايت آهي. جتان مفتي غلام سرور لاهوري لال شهباز قلندر جو احوال نقل ڪيو ۽

پنهنجي ڪتاب خزينته الاصفيا ۾ شامل ڪيو. هتي فقط ٻن ڪتابن جا اقتباس پيش ڪجن ٿا:

ماثرالڪرام ۾ مولانا محب علي سنڌي جي حوالي سان هيءَ عبارت ڏنل آهي. ”حضرت مخدوم لال شهباز سندن نالو عثمان آهي ۽ فقير (مولانا محب علي) هڪ ڪاري پٿر جي تختي تي هن طرح جي تحرير ڏٺي: شيخ عثمان مرندي، دين جو قطب، شاه باز لقب سان مشهور، مرند جو ويٺل، جيڪو تبريز جي ڳوٺن مان هڪ آهي.“

ان کان پوءِ ماثرالڪرام جي مصنف ضيا برني جي ڪتاب تاريخ فيروزشاهي ۾ لال شهباز متعلق ڏنل احوال نقل ڪيو آهي. هن لال سائين جي وفات جو سنه 21 شعبان 673هه ٻڌايو آهي. حديقته الاوليا ۾ به سندن وفات جو اهو ئي سنه ڄاڻايل آهي.

ضيا برني تاريخ فيروزشاهي ۾ لکيو آهي ته ”جڏهن حضرت شهباز قلندر ملتان پهتو ته خان شهيد يعني سلطان محمد قاآن، جنهن کي حضرت شهباز سان تمام گهڻي عقيدت هئي، ان سندن خاطر تواضح ڪندي گهڻي خدمت ڪئي ۽ وڏي ڪوشش ڪئي ته قلندر لال ملتان ۾ رهي پئي. ان لاءِ خانقاه به ٺهرايائين، پر حضرت عثمان اتي رهڻ تي راضي نه ٿيو. هڪ ڏينهن خان شهيد حضرت شيخ صدرالدين عارف (ملتاني) ۽ شيخ عثمان مرندي کي مجلس ۾ گهرايو ۽ عربي غزلن پڙهڻ جي محفل شروع ٿي. مذڪوره ٻئي بزرگ ۽ ٻيا درويش سماع ۽ رقص ۾ محو ٿي ويا. خان شهيد هٿ ٻڌيو بيٺو هو ۽ زارو قطار روئي رهيو هو.

لال شهباز قلندر جي زماني ۾ مولانا جلال الدين رومي، سعدي شيرازي، فريدالدين عطار، فخرالدين عراقي، شهاب الدين سهروردي، شمس تبريزي، ابن عربي، شيخ محمود شبستري بو علي قلندر ۽ ڪي ٻيا عالم فاضل ۽ صوفي موجود هئا. انهن مڙني عالمن، شاعرن ۽ صوفي بزرگن جو سنڌ جي عالمن ۽ صوفي بزرگن تي گهرو اثر رهيو آهي. سنڌ جا صوفي بزرگ ابن عربي جي فلسفي کان گهڻو متاثر ٿيا. سچل

سرمست عطار کان گھڻو متاثر ٿيو. شاھہ لطيف مولانا رومي کان متاثر ٿيو. شھاب الدين سھروردي مخدوم نوح بکري ۽ بھاؤالدين زڪريا جو استاد ھو. شيخ سعدي فارسي غزل جو امام ھو. ان کان علاوه سندس ڪتاب 'گلستان' ۽ 'بوستان' صدين کان سنڌ ۾ پڙھيا وڃن ٿا. ملتان جي گورنر خان شھيد ڪيس ملتان اچڻ جي دعوت ڏني ھئي، ڇو جو ھُو عالمن ۽ صوفي بزرگن جو عقيدت مند ھو. بھاؤالدين زڪريا ۽ لال شھباز قلندر ملتان ۾ مقيم ھئا. ھن سوچيو تہ شيخ سعدي بہ اتي اچي پر شيخ سعدي پوڙھو ٿي چڪو ھو ان ڪري ھن معذرت ڪئي. بُوعلي قلندر، لال شھباز جو دوست ھو. ڪن جو چوڻ آھي تہ لال سائين بُوعلي قلندر جي چوڻ تي سيوھڻ ۾ اچي رھيو. لال شھباز قلندر جي شھاب الدين سھروردي ۽ بو علي قلندر سان ملاقات ٿي ھئي. باقي ٻين صوفي بزرگن سان سندن ملاقات ٿي يا نہ؟ ان بابت ڪا ڳالھہ پڪ سان چئي نہ ٿي سگھجي. سعدي شيرازي جيئن تہ ھڪ سيلاني ماڻھو ھو تنھن ڪري ٿي سگھي ٿو تہ ان سان سندن ملاقات ٿي ھجي. صوفي بزرگ ۽ شاعر فخرالدين عراقي جيئن تہ چڱو عرصو ملتان ۾ رھيو ۽ بھاؤالدين زڪريا جي نياڻيءَ سان سندس شادي ٿي، تنھن ڪري قوي گمان آھي تہ لال سائين جي ان سان ملتان ۾ ملاقات ٿي ھجي.

جيئن تہ مٿي ذڪر ڪيل عالمن، شاعرن ۽ صوفي بزرگن ۾ مولانا روم، شمس تبريز، محمود شبستري، ابن عربي ۽ فريدالدين عطار کي وڏي اھميت حاصل آھي. خاص طور مولانا رومي جي مثنوي جو حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي جي شخصيت ۽ شاعريءَ تي وڏو اثر آھي، تنھن ڪري ان جو ۽ سندن مرشد شمس تبريز جو مختصر ذڪر ڪيو وڃي ٿو. گڏوگڏ محمود شبستري جو مختصر احوال ڏنو وڃي ٿو. ڇو جو ان جي مثنوي گلشن راز کي تصوف ۾ وڏي اھميت حاصل آھي.

مولانا جلال الدين رومي جي نسب جو سلسلو حضرت ابوبڪررضہ سان ملي ٿو. سندن ولادت 604ھ ۾ بلخ (ھاڻوڪي افغانستان) ۾ ٿي. سندن والد بھاؤالدين ولد (وفات 628ھ) پنھنجي

پياري پُٽ کي پنهنجي هڪ مريد مولانا برهان الدين محقق ترمذي (وفات 638هه) جي حوالي ڪيو جنهن مولانا جلال الدين رومي جي تعليم ۽ تربيت ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

مولانا رومي جي والد مولانا بهاءُالدين کي 'سلطان العلماءُ' جو خطاب حاصل هو. پنهنجي وقت جي وڏي عالم دين هئڻ کان علاوه سندن شمار وڏن صوفين ۾ ٿيندو هو. سندن طريقت جو سلسلو احمد غزالي (وفات 517هه) سان وڃي ملي ٿو. اهو بہ يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ مولانا رومي ظاهري ۽ باطني ٻنهي طريقن سان پنهنجي والد کان بہ استفادو ڪيو هوندو. مولانا رومي جي تعليم بابت هڪ آمريڪي اسڪالر وليم. سي چِٽڪ (William C Chittick) لکيو آهي تہ:

".. پنهنجي پيءُ ڏاڏي جي روايت مطابق مولانا رومي ننڍپڻ کان ئي عمومي علم پڙهڻ شروع ڪيا. انهن ۾ عربي زبان جا قاعدا، عروض، فلسفو، رياضي ۽ نجوم شامل آهن."

مولانا بهاءُالدين ولد هڪ عالم باعمل ۽ صوفي بزرگ هو. اڻ ڳڻ ماڻهو سندس معتقد هئا جيڪي سندس وعظ واري مجلس ۾ شريڪ ٿيندا رهندا هئا. انهن محفلن ۾ بلخ جو عوام ۽ خواص شريڪ ٿيندو هو. ماڻهن جي گهڻي ميڙ ۽ مولانا بهاءُالدين جي مقبوليت علاءُالدين محمد خوارزم شاه (وفات 617هه) کي بدگماني ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو. هيءَ هڪ تاريخي حقيقت آهي تہ درويشن وٽ ماڻهن جا ميڙ ڏسي سندن دل ۾ خوف پيدا ٿيندو آهي. صوفي شاه عنايت جي شهادت بہ ان خوف جو نتيجو هئي. بهاءُالدين بہ اها ڳالهہ محسوس ڪئي، تنهن ڪري هن ڏٺو تہ ڪٿي علاءُالدين ڪا تڪليف نہ پهچائي، تنهن ڪري هن بلخ مان لڏ پلاڻ ڪئي. مختلف هنڌن تان ٿيندو وڃي قونيہ ۾ مقيم ٿيو جتي 628هه ۾ هيءُ مٽيءَ جو ملڪ ڇڏي وڃي پنهنجي مالڪِ حقيقي سان مليو.

والد جي وفات وقت مولانا رومي جي عمر 24 ورهيہ هئي، پر هو ذهانت ۾ پنهنجي هم عصرن کان گهڻو اڳتي هو. اهو ئي سبب آهي

جو قونيه جي عالمن ۽ اتان جي والي علاءُالدين ڪيڪباد جي چوڻ تي ڪيس بهاءُالدين جو جانشين بڻايو. جانشين بڻجڻ کان پوءِ مولانا وعظ جون مجلسون منعقد ڪيون. اٽڪل هڪ سال کان پوءِ مولانا برهان الدين محقق ترمذي قونيه آيو. مولانا رومي سندس قربت ۾ رهي ڪائنس ظاهري ۽ باطني علم حاصل ڪيا. هن سلسلي ۾ وليم سي چٽڪ لکيو آهي:

"پنهنجي والد جي وفات تائين، جنهن جي وفات 628هه مطابق 1231ع ۾ ٿي، مولانا رومي مذڪوره علمن ۾ هڪ مستند استاد واري حيثيت حاصل ڪري چڪو هو. قديم تذڪرن جي تحريرن مطابق سندن نالو حنفي فقه جي فقيهن جي فهرست ۾ شامل نظر اچي ٿو. اهو ئي سبب آهي جو 24 ورهين جي عمر ۾ ڪيس پنهنجي والد جو جانشين بڻائي ڪيس فقه پڙهائڻ جي استدعا ڪئي وئي. هُو جڏهن پنهنجي والد جي گادي تي ويٺو ته ان وقت هُو تصوف جي علم ۽ روحانيت کان واقف ٿي چڪو هو. جيئن ته هڪ صوفي بزرگ ڪين وڏي درجي تي پهچايو هو تنهن ڪري تصوف ۽ روحانيت سندس رڳ رڳ ۾ پيوست ٿي چڪا هئا.

ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته مولانا روم ظاهري علمن ۾ مهارت حاصل ڪئي هئي. جڏهن سندس والد جي وفات ٿي ته سيد برهان الدين پنهنجي وطن ترمذ ۾ هو. وفات واري خبر پڌي ترمذ کان روانو ٿيو ۽ 629هه مطابق 1232ع ۾ قونيه آيو. مولانا ان وقت لارند ۾ هو. سيد برهان الدين مولانا کي خط لکيو ۽ پنهنجي اچڻ جو اطلاع ڏنو. مولانا ان ئي مهل روانو ٿيو. قونيه ۾ شاگرد ۽ استاد جي ملاقات ٿي. ٻئي هڪ ٻئي سان ڀاڪر پائي مليا. ڪجھ دير تائين ٻنهي تي بيخودي واري ڪيفيت رهي. جڏهن اها ڪيفيت ختم ٿي ته سيد برهان الدين سندس امتحان ورتو. جڏهن ڪيس سمورن علمن ۾ ڪامل ڏٺائين ته ڪيس چيائين ته "توکي باقي باطني علم جي ضرورت آهي. اهو تنهنجي والد جي امانت آهي، جيڪو توکي ڏيان ٿو". تنهن ڪري

ڪيس نَوَ سال طريقت ۽ سلوڪ جي تعليم ڏنائين. ڪن جو خيال آهي تہ انهيءَ زماني ۾ مولانا سندن مريد ٿي ويو هو. اهو ئي سبب آهي جو مولانا مثنوي ۾ جابجا سيد موصوف جو نالو اهڙي طرح ڪنيو آهي، جهڙي ريت هڪ مخلص مريد، پيير جو نالو ڳنهندو آهي. پر ان هوندي بہ مولانا تي ظاهري علم جو رنگ غالب هو ديني علمن جو درس ڏيندو هو. وعظ ڪندو هو. فتوائون ڏيندو هو. سماع کان پري رهندو هو. سندس زندگيءَ جو ٻيو دور حقيقت ۾ شمس تبريز جي ملاقات کان پوءِ شروع ٿيو.

شمس تبريز جي ملاقات جو واقعو جيڪو مولانا روم جي زندگيءَ جو سڀ کان وڏو واقعو آهي، سو تذڪرن ۽ تاريخ جي ڪتابن ۾ مختلف نمونن ۾ بيان ڪيو ويو آهي.

ڪتاب 'جواهر مضئيہ' جيڪو حنفي عالمن جي احوال جو سڀ کان پهريون ۽ مستند ڪتاب آهي، ان ۾ لکيل آهي تہ: "هڪ ڏينهن مولانا گهر ويٺو هو. شاگرد سندس آسپاس ويٺا هئا. چئني طرفن کان ڪتابن جا ڍڳ لڳا پيا هئا. اتفاق سان شمس تبريز اچي اتي نڪتو. سلام ڪري ويهي رهيو. مولانا کي مخاطب ٿي چيائين تہ هي (ڪتابن طرف اشارو ڪندي) ڇا هي؟ مولانا جواب ڏنس تہ "هي اها شيءِ آهي، جنهن جي توکي خبر ناهي". هن اچا ائين مَس چيو تہ ڪتابن کي باهہ لڳي وئي. مولانا چيس تہ، "هي ڇا هي؟" شمس چيس تہ، "هي اها شيءِ آهي، جنهن جي توکي خبر ناهي". ائين چئي شمس اتان هليو ويو. مولانا گهر ٻار مال ملڪيت ۽ اولاد سڀ ڪجهہ ڇڏي مختلف ملڪن ۽ شهرن ۾ شمس کي ڳوليندو رهيو. پر ڪيس شمس جو ڪو پتو ڪو نہ پيو. چون ٿا تہ مولانا جي ڪنهن مريد شمس کي قتل ڪري ڇڏيو. اهو بہ چيو وڃي ٿو تہ مولانا جي فرزند شمس تبريز کي قتل ڪيو.

زين العابدين شرواني مثنوي جي ديباچي ۾ لکيو آهي تہ "شمس تبريز کي سندس مرشد بابا ڪمال الدين جندي حڪم ڪيو تہ روم وڃ، اتي هڪ دل جليو رهي ٿو ان کي ڪجهہ گرمي پهچاءِ. شمس سير

سفر ڪندو اچي قونيہ پهتو. اتي اچي هڪ قافلي سراءِ ۾ رهيو. هڪ ڏينهن مولانا جي سواري وڏي ٺاٺ باٺ سان نڪتي. شمس واٺ تي کيس ٽوڪيندي چيو تہ ”مجاهدي ۽ رياضت مان ڇا مراد آهي؟“ مولانا چيو تہ ”شريعت جي پابندي.“ شمس چيو تہ ”اها تہ سڀني کي خبر آهي“. مولانا چيس تہ ”ان کان وڌيڪ ٻيو ڇا ٿي سگهي ٿو؟“ شمس چيس تہ ”علم جي اها معنيٰ آهي تہ منزل تي رسائي“. پوءِ حڪيم سنائي جو هيءُ شعر پڙهيائين:

علم کز تو ترا نہ بستاند
جهل زان علم بہ بود بسيار

مولانا تي سندس گفتگو جو اهڙو اثر ٿيو جو ان ئي مهل سندس هٿ تي بيعت ڪيائين.

هڪ ٻي روايت هن ريت آهي تہ هڪ ڏينهن مولانا حوض جي ڪناري ويٺو هو. سندس آڏو ڪجهہ ڪتاب رکيا هئا. اوچتو شمس اچي اتي نڪتو. شمس کانئس پڇيو تہ ”هي ڪهڙا ڪتاب آهن“. مولانا چيس تہ ”هي قيل و قال آهي، تنهنجو ان سان ڇا وڃي؟“ شمس سمورا ڪتاب کڻي حوض ۾ اڇلائي ڇڏيا. مولانا کي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ افسوس مان چيائين تہ ”درويش تون اهڙيون شيون ضايع ڪري ڇڏيون، جيڪي وري هٿ اچي نہ سگهنديون. انهن ڪتابن ۾ اهڙا نادر نڪتا هئا، جن جو نعم البدل نہ ٿو ملي سگهي.“ شمس حوض جي اندر هٿ وجهي سمورا ڪتاب کيس ٻاهر ڪڍي ڏنا. ڪمال اهو جو اهي سمورا ڪتاب خشڪ هئا، ڄڻ انهن کي پاڻي لڳو ئي ڪو نہ هو. مولانا کي ڏاڍي حيرت ٿي چيائين تہ ”هي ڇا آهي“؟ شمس چيس تہ ”هي عالمِ حال جون ڳالهيون آهن، جن جي توکي خبر نہ آهي.“ انِ کان پوءِ هو سندس معتقد ٿي ويو.

ابن بطوطہ سير سفر ڪندي جڏهن قونيہ پهتو تہ مولانا جي قبر جي زيارت ڪيائين. هن پنهنجي سفرنامي ۾ مولانا جو ڪجهہ احوال لکيو

آهي ۽ شمس جي ملاقات واري روايت جيڪا اتي مشهور هئي، سا لکي اٿائين. جيڪا هن ريت آهي:

”مولانا پنهنجي مدرسي ۾ پڙهائيندو هو. هڪ ڏينهن هڪ شخص حلوو وڪڻ لاءِ ان مدرسي ۾ آيو. هن حلوي جا ننڍا ننڍا ٽڪر بنائي چڙيا هئا ۽ هڪ پيسي ۾ هڪ ٽُڪر وڪڻي رهيو هو. مولانا کانئس هڪ ٽُڪر ورتو ۽ کائي ڇڏيائين. حلوو ڏيئي هو ته هليو ويو. حلوو کائڻ کان پوءِ مولانا بي اختيار اٿيو ۽ خبر ناهي ته ڪيڏانهن هليو ويو. سالن تائين سندس ڪا خبر پئجي نه سگهي. ڪيترن سالن کان پوءِ جڏهن واپس موٽي آيو ته ڪنهن سان ڳالهائيندو ڪو نه هو. جڏهن ڳالهائيندو هو ته سندس زبان مان شعر نڪرندا هئا. سندس شاگرد اهي شعر لکندا ويندا هئا. اهيئي شعر جڏهن گڏ ڪيا ويا ته مثنوي بڻجي وئي“. ابن بطوطہ اهو واقعو ٻڌائڻ کان پوءِ لکيو آهي ته انهيءَ طرف مثنوي جي وڏي عزت ڪئي وڃي ٿي ۽ ان جو درس ڏنو ويندو آهي. خانقاهن ۾ جمع جي رات اها پڙهي ويندي آهي. بهرحال شمس تبريز جي جدائي مولانا کي بيقرار ڪري وڌو.

هڪ ڏينهن انهيءَ بيقراريءَ واري حالت ۾ گهر کان نڪتو. واٽ تي شيخ صلاح الدين زرڪوب جو دڪان هو. جيڪو چانديءَ جا ورق ڪُٽي رهيو هو. مولانا تي هٿوڙي جي ٺَڪ- ٺَڪ واري آواز سماع جو اثر پيدا ڪيو. هُو اتيئي دڪان جي سامهون بيٺو رهيو ۽ هٿوڙي جي آواز کان لطف اندوز ٿيندو رهيو. ڪجهه دير کان پوءِ مٿس وجد جي حالت طاري ٿي وئي. صلاح الدين مولانا جي اها حالت ڏسي ورق ڪُٽيندو رهيو. تان جو سندس ڪافي چاندي ضايع ٿي وئي، پر هُو ان ڳالهه کان بي فڪر ٿي هٿوڙو هلائيندو رهيو. آخر هُو دڪان کان ٻاهر آيو. مولانا کيس ڀاڪر پاتو ۽ ان جوش ۽ مستي ۾ منجهند کان ٽِپهريءَ تائين هيءُ شعر ڳائيندو رهيو:

يکي گنجي پديد آمد ازين دُکانِ زر کوبي
زهي صورت زهي معني زهي خوبي زهي خوبي

صلاح الدين اتي بيني بيني دڪان لُٽائي ڇڏيو ۽ ڪپڙا ڇنڊي مولانا جو ساٿي بڻجي ويو. هو شروع کان ئي صاحب حال هو. سيد برهان الدين محقق جو مريد هو ۽ ان لحاظ کان مولانا جو هم استاد ۽ مولانا جي والد جي شاگرد جو شاگرد هو.

مولانا کي صلاح الدين جي صحبت ۾ ڏاڍو سُرور مليو. 9 ورهيه سندس صحبت ۾ رهيو. جنهن مقصد لاءِ مولانا، شمس تبريز کي ڳولهيندو رهيو سو ڪيس صلاح الدين کان حاصل ٿي ويو.

مولانا، صلاح الدين جي شان ۾ نهايت ذوق ۽ شوق سان غزل لکيا. هڪ غزل ۾ فرمائين ٿا:

مطربا اسرار مارا باز گو
قصه هايي جان فزا را باز گو
ماؤهان بربسته ايم از ذکر اُو
تو حديث دل کشارا باز گو
چون صلاح الدين صلاحِ جانِ ماست
آن صلاحِ جان هارا باز گو

مولانا جي پراڻن ساٿين کي مولانا جي زرڪوب سان ايڏي قربت ۽ محبت نه وڻندي هئي. هو سوچيندا هئا ته هڪ اٽيڙهيل سان مولانا جي ايڏي عقيدت نه ٿي ٿهي. هُو مولانا جو ايڏو همراز ۽ همدم ٿي ويو آهي ۽ مولانا جڻ سندس مريد ٿي ويو آهي. انهن ڳالهين تي هُو سخت ناراض ٿيا ۽ سوچيائون ته صلاح الدين سان خراب ورتاءُ ڪريون. پر جڏهن هنن ڏٺو ته ڇا به ڪريون، مولانا هن کان قطع تعلق ٿي نه ٿو سگهي، تنهن ڪري هنن پنهنجو اهو ارادو بدلائي ڇڏيو. مولانا پنهنجي پياري پٽ سلطان ولد جي شادي صلاح الدين جي نياٽيءَ سان ڪرائي. سپهه سالار لکيو آهي ته "صلاح الدين 10 سالن تائين مولانا جي صحبت ۾ رهيو. 664هه ۾ بيمار ٿي پيو. ٽي چار ڏينهن بيمار رهي وفات ڪري ويو.

مولانا کيس پنهنجي والد جي پير ۾ دفن ڪيو. صلاح الدين جي جدائي ۾ هڪ غزل لکيائين، جنهن جو مطلع آهي:

اي ز هجران در فراقت آسمان بگريسته
دل ميانِ خون نشسته عقل و جان بگريسته

صلاح الدين جي وفات کان پوءِ مولانا، حسام الدين چلپي کي پنهنجو همدم ۽ همراز بڻايو (جيڪو سندن خاص معتقدن مان هو) ۽ جيستائين جيئرو رهيو ان جي ئي صحبت مان سُرور حاصل ڪندو رهيو. مولانا جو ان سان اهڙو رويو هوندو هو جو ائين لڳندو هو ڄڻ مولانا سندس مريد آهي. هُو به مولانا جو ادب ۽ احترام ڪندو هو. حسام الدين جي ئي گذارش تي مولانا مثنوي لکي.

مشهور صوفي شاعر شيخ محمود، شبستر نالي هڪ ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو. انهيءَ ڳوٺ جي مناسبت سان شبستري سڏجڻ لڳو. اهو ڳوٺ تبريز کان اٺ ميل پري آهي. سندس زندگيءَ بابت گهٽي معلومات ڪانه ٿي ملي. گهڻن محققن جي راءِ آهي ته سندن لقب سعدالدين هو. مگر قاضي نورالله شوستري سندن لقب 'نجم' ٻڌايو آهي. سندن والد جو نالو عبدالڪريم بن يحيٰ هو جيڪو وڏو عالم ۽ متقي هو. شبستري ابتدائي تعليم پنهنجي والد کا حاصل ڪئي. جڏهن جوان ٿيو ته وڌيڪ تعليم تبريز جي مشهور عالم ۽ بزرگ شيخ امين الدين کان حاصل ڪيائين. ۽ ان جو مريد پڻ ٿيو.

مشهور عالم مولانا شبلي ۽ پروفيسر برائون لکيو آهي ته هُو علم عقلي ۽ نقلي جو جامع هو ۽ علم تصوف جو ماهر هو. برائون جي جڳ مشهور ڪتاب "ايران جي ادبي تاريخ" (Literary History of Persia) ۾ جتي جتي شبستري جو ذڪر آيو آهي، پروفيسر برائون سندس بي انتها تعريف ڪئي آهي.

شبستري جو جنم هلاڪو خان جي ظالماڻي دور ۾ ٿيو پر سندس ولادت جي تاريخ معلوم نه آهي. سندس وفات 720هه مطابق 1320ع ۾ پنهنجي ئي ڳوٺ شبستر ۾ ٿي. اهو چنگيز خاندان جي آخري

حڪمران سلطان ابوسعيد جو زمانو هو. اهوئي زمانو سنڌ جي مشهور صوفي بزرگ لال شهباز قلندر جو آهي، گمان غالب آهي تہ ٻنهي بزرگن جي پاڻ ۾ ملاقات ٿي هوندي.

شبستري جي تصنيفات ۾ ”گلشنِ راز“ سڀني کان وڌيڪ مشهور آهي. ان کان علاوه هڪ ننڍڙو ڪتاب ”شاهد“ ۽ ”حق اليقين“ بہ سندس تصنيفات ۾ ڳڻيا وڃن ٿا. ”شاهد“ نهايت عمدو ۽ دلپذير ڪتاب آهي، مگر سندن ٻيو ڪتاب ”حق اليقين“ اڻلڀ آهي. سندن دور ۾ حضرت عبدالله شيرازي، شيخ نجيب الدين ترڪش، علاؤالدين صمناني وغيره وڏا عالم هئا.

”گلشنِ راز“ جو شانِ نزول هي آهي تہ مير حسيني هروي خراسان مان سترهن سوال شعرن ۾ لکي تبريز جي مشهور صوفي بزرگن کي موڪلي ڏنا ۽ انهن جا جواب شعرن جي صورت ۾ پنهنجي پنهنجي عقيدي موجب انهن جا جواب موڪلڻ جي استدعا ڪئي. تبريز جي صوفي بزرگن انهن سوالن جا جواب لکڻ لاءِ شيخ محمود شبستريءَ کي چيو.

شبستري جتي ئي ويٺو هو، هن اتي ئي ان ئي مهل ڪاغذ قلم کڻي هر سوال جو جواب شعرن ۾ لکيو. پوءِ انهن شعرن ۾ ڪجهہ واڌارو ڪري مثنوي تيار ڪيائين، جنهن کي ”گلشن راز“ چيو وڃي ٿو. ان مثنويءَ جو سنِ تصنيف مصنف خود 710هہ مهينو شوال لکيو آهي.

مثنوي ”گلشنِ راز“ اٽڪل هڪ هزار شعرن تي مشتمل آهي. پروفيسر براڻون جهڙي جڳ مشهور عالم لکيو آهي تہ ”هن مختصر ڪتاب ۾ ڪمال اختصار سان عظيم صوفين جي مجذوبانہ عقيدن ۽ تصوف جا اڪثر دقيق اسرار بيان ڪيا ويا آهن. هيءُ ڪتاب شيخ شبستري جو بهترين دماغي ڪارنامو آهي.“ ٻئي هنڌ لکيو اٿس تہ ”عرفاني رنگ ۾ ٻڏل گهڻائي شعر لکيا ويا آهن، پر مون سنائي، عطار، رومي ۽ شبستري جهڙا شعر ڪونہ ڏٺا آهن.“

جيڪڏهن تنقيدي نگاهه سان ڏٺو وڃي ته شاعريءَ جي لحاظ کان ان ۾ ڪجهه عيب نظر ايندا. اهوئي سبب آهي جو ڪتاب جي منڍ ۾ مصنف پاڻ ئي لکيو آهي ته هُو ڪو شاعر نه آهي. هن اهو انڪساريءَ وچان ڪونه لکيو آهي، پر هيءَ حقيقت آهي ته سندن مثنويءَ ۾ گهٽ ئي هنڌن تي غلط قافيا استعمال ڪيا ويا آهن.

بهرحال، ”گلشنِ راز“ ۾ سترهن سوالن جا جواب ڏنل آهن. ڪٿي ڪٿي هن ڪنهن نُڪتي جي تمام سهڻي نموني تشريح ڪئي آهي.

”مثنوي گلشنِ راز“ کي ايڏي شهرت حاصل ٿي جو ڪيترن ئي عالمن ان جي شرح لکي، پر انهن مڙني ۾ ”شرح لاهجي“ کي وڏي اهميت حاصل آهي. پر نقادن جو چوڻ آهي ته هن شرح ڪرڻ وقت پنهنجا دقيق خيال شامل ڪيا آهن، جيڪي اصل مضمون کان ڪوهين ڏور آهن ۽ اها شرح به حقيقت ۾ شرح طلب آهي. بلڪ علامه اقبال جي خيال مطابق ان کي صحيح ۾ گلشنِ راز جي شرح سڏي نه ٿو سگهجي.

شرح لاهجي جو پروفيسر محمد عبدالله اردو ۾ ترجمو ڪيو هو. ان ترجمي کي به مشڪل پسنديءَ سبب پذيرائي نه ملي. حقيقت هيءَ آهي ته ان مثنويءَ جي شرح شبستريءَ جهڙو ئي ڪو صوفي بزرگ ڪري سگهي ٿو. هن مثنويءَ جو سنڌي ترجمو شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ ڪيو. اهو ڪتاب ڇپجي چڪو آهي.

مولانا جي وفات 672هه ۾ ٿي. لال شهباز قلندر جي وفات هڪ سال بعد 673هه ۾ ٿي. دنيا ۾ فقط به خانقاهون اهڙيون آهن، جتي 24 ڪلاڪ راڳ هلندو رهي ٿو. هڪ قونيه ۾ مولانا روم جي درگاهه تي، ٻيو حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي جي درگاه تي. فرق اهو آهي ته مولانا روم جي درگاه تي 24 ڪلاڪ مثنوي جي ڪيسٽ هلندي رهندي آهي، فقط عُرس جي موقعي تي هڪ خاص قسم جي محفل سماع منعقد ٿيندي آهي، جنهن کي درويشن جو ناچ چيو ويندو آهي. باقي ڀٽائي جي درگاه تي 24 ڪلاڪ فقير، ڀٽائي جو راڳ ڳائيندا

رهندا آهن. مگر لال شهباز قلندر جي درگاه تي هڪ خاص قسم جي ڌمال لڳندي آهي. مقصد سڀني جو انسان ذات ۾ پيار ۽ ڀائپي پيدا ڪرڻ ۽ سندن روح کي راحت ۽ دل کي فرحت ڏيڻ آهي. شل صوفين جون خانقاهون سدا آباد رهن. آمين

## مددي ڪتاب


- سيرت پاڪ عثمان مروندي رحہ المعروف حضرت لعل شهباز قلندر رحہ . سيد ارتضيٰ علي ڪرماني
- سوانح مولانا روم، شبلي نعماني
- سفينة الاولياء، دارا شڪوه، اردو ترجمو پير غلام دستگير نامي
- تذڪره اولياءِ پاڪستان، (جلد اول و دوم) عالم فقري
- تاريخ فيروزشاهي، ضيا برني
- حديقة الاولياء، سيد عبدالقادر ٺٽوي، (سنڌي ترجمو) ڊاڪٽر عبدالرسول قادري
- تاريخ ابن خلدون

# قلندر

## لفظ جي معنيٰ ۽ اهميت

قلندر ڪهڙي زبان جو لفظ آهي؟ ان جو ڌاتو ڪهڙو آهي؟ ان بابت ڪا پڪي راءِ ڏيئي نہ ٿي سگهجي. رسالي غوثيہ موجب "ڪلندر" سرياني زبان جو لفظ آهي، جيڪو الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو آهي. فرهنگ آنند راج ۾ هيءُ لفظ "ڪلندره" مان نڪتل ڄاڻايو ويو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي اڻ گهڙيو ڪاٺ. يعني اهڙو انسان، جيڪو پوشاڪ ۽ اٿڻي ويهڻي ۾ مست ملنگ هجي. دهخدا لغت نامہ ۾ مختلف معنائون ڏنيون آهن. هن شڪ ڏيکاريو آهي تہ شايد اهو يوناني لفظ ڪليو مان ڪليتر بڻيو هجي، جيڪو اڳتي هلي ڪندر بڻجي ويو. ان جي معنيٰ آهي دعوت ڪرڻ. سعيد نفيسي پنهنجي فرهنگ ۾ هن لفظ جي معنيٰ هيءَ ڏني آهي: شخص مجرد، بي قيد در پوشاڪ و خوراڪ و طاعات و عبادات و نوعي از چار وخيم. فرهنگ عميد ۾ ان جي معنيٰ درويش مرد مجرد و بي قيد ڏنل آهي.

مطلب تہ لغت جي ڪتابن ۾ مختلف معنائون ڏنل آهن. انهن جو تت هن ريت بيان ڪري سگهجي ٿو. هي لفظ معاشري جي هڪ گروهہ جي وجود کي ظاهر ڪري ٿو. جيئن رند، گدا، درويش، سيلاني، رمتو جوڳي. قلندر سماج جي ريتين ۽ رسمن کان باغي هوندو آهي. هو ننگ ۽ ناموس کان بي پرواهہ رهي ٿو. ڪنهن هڪ ملڪ يا شهر سان سندس تعلق نہ هوندو آهي. اهوئي سبب آهي جو قلندر ڏيهان ڏيهہ

سفر ڪري معاشري ۾ انقلاب آڻڻ لاءِ جهاد ڪندا رهيا، جيئن تہ قلندر جو ڪو گهر گهاٽ ڪونہ هوندو آهي، تنهن ڪري هو دنيا جي لالچ کان پري رهي ٿو. هو تارڪ الدنيا ٿي، دنيا جي هر شيءِ تي چار تڪبيرون پڙهي ڇڏي ٿو. جيئن ڪنهن شاعر چيو آهي:

بيا تا دست از اين عالم بشو ييم
قلندر وار تڪبيرى بگوييم

بابا طاهر عريان پنهنجي هڪ دوبيتي (رباعي) ۾ فرمايو آهي تہ قلندر هڪ سيلاني هوندو آهي، هو ڪنهن بہ هنڌ ٽڪاءُ نہ ٿو ڪري، سدائين سفر ۾ رهي ٿو. فرمائي ٿو تہ مان هڪ خانہ بدوش رند آهيان، جنهن کي قلندر سڏين ٿا. ڏينهن جو هن دنيا ۾ هيڏي هوڏي گهمندو رهان ٿو ۽ رات جو سر سيراندي ڏيئي سمهي رهان ٿو.

مو آن رندم ڪه نامم بى قلندر
نه خان ديرم نه مان ديرم نه لنگر
چو روز آيد، بگردم گرد ڪويت
چو شو گردد بخشتى وانهم سر

منظوم ترجمو:

مان رند اهڙو چون جنهن کي قلندر
نہ آ گهر ٻار جنهن جو ۽ نہ لنگر
سندءِ ڳلين ۾ گذرن ڏينهن راتيون
سمهان ٿو مان سيراندي ڏيئي پٿر

قلندر، صوفي ۽ ملامتي توڙي جو ٽيئي هڪ ٻئي جي ويجهو آهن، پر ٽنهي ۾ فرق آهي، صوفي جا ظاهري معاملا سندس ڳُجهہ ظاهر ڪن ٿا. مگر ملامتي جو ظاهر سندس ڳجهہ کي پڌرو نہ ٿو ڪري، صوفي ڪڏهن ڪڏهن ڳجهہ ظاهر ڪري ٿو. جيئن منصور حلاج اناالحق چئي راز فاش ڪيو.

ملامتي جي ظاهر مان سندس ڳجهہ جو ڪو پتو پئجي نٿو سگهي،

سلمي ۽ ابن عربي ملامتين کي صوفين کان مٿانهون ڏيکاريو آهي، جڏهن تہ شيخ شهاب الدين سهروردي صوفي کي ملامتي کان مٿانهون سمجهي ٿو.

قلندر جي زندگي هڪ ملامتي رِند وانگر هوندي آهي، هو صوفي کان مختلف هوندو آهي. ورد وظيفا، ذڪر و اذڪار، چلا ۽ خانقاهون صوفين جي سڃاڻ آهن. پر قلندر انهن سيني شين کان بيزار هوندو آهي. تنهن ڪري سندس رستو صوفي کان ڌار آهي. قلندر کي ماڻهن جي رد يا قبول جي ڪا پرواهہ نہ هوندي آهي. سندس ڪو ڳالهہ مڃي يا نہ مڃي. ڪو کيس ڇا ٿو چئي، ڀلو ٿو چئي يا برو، هو ان جو فڪر نہ ٿو ڪري. مطلب تہ هو ماڻهن جي چئي آکي تي ڪو ڌيان نٿو ڏئي. قلندر فقط پنهنجو نفس نهوڙڻ جو فڪر ڪري ٿو. ان لاءِ هو ملامت پسند ڪري ٿو. ڇاڪاڻ تہ ان طريقي نفس اماره کي نهوڙڻ ۾ مدد ملي ٿي. ٻيو تہ سندس اصلي حالت عام ماڻهن کان لڪل رهي ٿي، جنهن جي ڄاڻ فقط الله تعاليٰ کي آهي. سندس تعلق بہ الله جي ذات سان رهي ٿو. تنهن ڪري هو خلق جي خوشنودي کان بي پرواهہ رهي الله جي رضا حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهي ٿو ۽ پنهنجي نفس جي اصلاح لاءِ ڄاڻي واڻي اهڙا ڪم ڪري ٿو جيئن خلق خدا کيس ملامت ڪري.

قلندر شهباز جو تعلق اهڙي گروهہ سان هو عرب عجم جو سير ڪندي، هندوستان کان ٿيندي، اچي ملتان پهتا. غياث الدين بلبن جو پٽ خان شهيد سلطان محمد سندن وڏو عقيدتمند هو. هن کين اتي رهڻ لاءِ گهڻيون ئي منٿون ڪيون ۽ هڪ خانقاه پڻ جوڙائي، پر پاڻ ملتان ۾ رهڻ پسند نہ فرمايائون ۽ اچي سيوهڻ ۾ سڪونت اختيار ڪيائون. سيوهڻ ۾ بہ اهڙي هنڌ رهڻ لڳا، جيڪو گندگي ۽ بڇڙاين جو مرڪز هو. شروع ۾ ماڻهن کين ضرور سٺو نہ سمجهيو هوندو پر هوريان هوريان ان غليظ معاشري کي سهڻو بڻايائون.

مقريزي پنهنجي مشهور ڪتاب الخطط ۾ صغدي پنهنجي مشهور

ڪتاب الوافي ۾ ڄاڻايو آهي تہ ملامتي فرقي جو بنياد جمال الدين ساوجي سن 620هہ ۾ دمشق ۾ وڌو. هن پنهنجو مٿو ۽ ڀرون ڪوڙايون ۽ سندس شاگرد ۽ پوئلڳ محمد بلخي جوال واري پوشاڪ پهري، جنهن سبب هو جوالڪي يا جولڪي مشهور ٿيو جنهن جو مولانا روم پنهنجي مثنوي ۾ ذڪر ڪيو آهي.

فخرالدين جي ديوان جي مقدمي ۾ سعيد نفيسي لکيو آهي تہ "هڪ ڀيري همدان ۾ قلندرن جو هڪ ٽولو آيو. سندن هاؤ هو جو گوڙ شور پري تائين ٿي پهتو. عراقي جنهن مدرسي ۾ پڙهائيندو هو تنهن بہ اتي مدرسي ۾ اهو گوڙ شور ٻڌو. اهو گوڙ ٻڌي هو ٻاهر نڪتو ۽ جڏهن قلندرن جي ٽولي جي ويجهو آيو تہ هڪ خوبصورت قلندر ڇوڪري سان سندس اک جي اٽي اٽڪي وئي، پوءِ تہ ملان مولوي، مدرسو ۽ شاگرد ڇڏي انهن قلندرن جي پٺيان هلندو رهيو. تان جو اچي هندستان نڪتو. حضرت عشق ۽ قلندرن جي صحبت سبب سندس شاعري ۾ رندي ۽ بيباڪي پيدا ٿي. هڪ هنڌ فرمايو اٿس:

تا صومعه و مدرسه، ويران نشود
اين كار قلندری بسامان نشود
تا ايمان كفر و كفر ايمان نه شود
يك بنده حقيقتاً مسلمان نه شود

سچل سائين ساڳئي خيال جي ترجماني ڪندي ريا واري عبادت جي مخالفت ڪئي آهي، فرمائي ٿو:

جان جان طالب مسجد منبر ڪين ڪرين ويرانا
تان تان راهہ قلندر واري ڪين ملي مردانا
ڪشف قلوب قبور سڀيئي، هي پڻ ڌوڙ ديوانا
مرد سچا جي محبت وارا، سولي سر سمانا
ٻاجهون راهہ عشاقي سچا، ڀيا سڀ ڪوڙ ڪرانا

مشهور صوفي شاعر احمد جام قلندر جي تعريف ڪندي فرمائي ٿو:

قلندر پر توِ نورِ الاهی ست .
قلندر مطلع انوارِ شاهی ست
قلندر موج بحر لایزالی ست
قلندر نورِ شمع .ذوالجلالی ست
قلندر را علم از عشق باشد
قلندر را قدم از صدق باشد
قلندر گه درآمد در دل یار
قلندر گه برآمد بر سر دار
قلندر را مقام کبریائی ست
قلندر دربحر آشنائی ست
قلندر فارغ از کون و مکان است
قلندر را نمی دانم چسان است

مولانا رومي قلندر جي صفت هن ريت بيان ڪئي آهي:

بزمِ شرابِ لعل و خرابات کافری
کارِ قلندر است و قلندر ازو بری
سیمرغ کوهِ قاف مقامِ قلندری
وصف قلندر است و قلندر ازو بری

مولانا روم جي زماني ۾ قونيه ۾ قلندر رهندا هئا. سندن مٿو ڪوڙيل صفا ٽالهي جهڙو هوندو هو. پيرين اگهاڙا گهٽين ۾ گهمندا هئا ۽ جولڪي سڏيا ويندا هئا. افلاڪي مناقب العارفين ۾ بيان ڪيو آهي ته مولانا رومي جي وفات واري ڏينهن سندن جنازي اڳيان عقيدت مند ست ڳئون ڪاهيون ٿي ويا. جن مان هڪ ڳئون قلندرن جي شيخ

ابوبڪر. جولڪي جي قلندر خاني موڪلي وئي، ابوبڪر اها ڳئون کهي گوشت مسڪينن ۾ ورهائي ڇڏيو. ان مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته قونيه ۾ ڪافي قلندر رهندا هئا ۽ انهن سان مولانا روم جو گهرو ناتو هو.

افلاڪي وڏيڪ لکيو آهي ته هڪ ڏينهن مولانا رومي چيو ته: مون کي قلندرن تي رشڪ ٿو اچي جو هنن مان ڪوبه ڏاڙهي نٿو رکائي، فرمايائون ته ڊگهي ڏاڙهي صوفين کي سونهين ٿي، پر جيتري دير ۾ هو ڏاڙهي کي ڦٽي ڏين ٿا، ايتري دير ۾ عارف خدا تائين پهچي وڃي ٿو. ان مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته قلندر ڏاڙهي نه رکائيندا هئا ۽ ڪين عارف سڏيو ويندو هو. خواجه محمد زمان لنواري واري فرمايو آهي:

عارف ۽ عشاق پسڻ گهرن پرينءَ جو
جنت جا مشتاق، اجا اوراهان ٿيا.

***

# قلندر، صوفي ۽ ملامتي

قلندر، صوفي ۽ ملامتي توڙي جو ٽيئي هڪ ٻئي جي ويجهو آهن، پر ان هوندي به انهن ٽنهن ۾ ڪجهه فرق آهي.

قلندري سلسلي بابت شيخ عبدالرحمان پنهنجي ڪتاب ”مرات الاسرار“ جي صفحي 84 تي لکيو آهي: قلندري سلسلو ڪجهه سلسلن جي ماڻهن تي ٻڌل آهي، جيڪي مختلف سلسلن سان تعلق رکن ٿا ۽ پاڻ کي قلندري مشرب سان منسوب ڪن ٿا. اهوئي سبب آهي جو محمد قلندر ۽ سندس مريدن جو هڪ وڏو ٽولو قلندري مشرب وارو هو. هيءُ سندس شعر آهي:

ماز دریایم، دریا هم زما ست

این سخن داند کی کو آشنا ست

يعني اسان درياهه آهيون ۽ درياهه اسان کان آهن. اها ڳالهه اهو ڄاڻي ٿو جيڪو ڄاڻو آهي.

صوفي جا ظاهري معاملا سندس ڳجهه ظاهر ڪن ٿا. مگر ملامتيءَ جو ظاهر سندس ڳجهه کي پڌرو نه ٿو ڪري، صوفي ڪڏهن ڪڏهن ڳجهه ظاهر ڪري ٿو جيئن بُسطامي چيو ته: سبحاني مااعظم شاني“ مان پاڪ آهيان، ڇا ته تنهنجو شان آهي.“ منصور اناالحق چئي راز فاش ڪيو بعد ۾ صوفي بزرگن ۽ شاعرن صوفين جا اهي قول سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي.

سچل سرمست فرمايو تہ:

حق اناالحق تي چيو، پر منجھہ نظر منصور هو،
منجھہ شريعت شرڪ چون، منجھہ معرفت منظور هو.

لعل شهباز فرمايو تہ:

منم عثمان مروندی، که یار خواجه منصورم

سچل سرمست فرمايو آهي:

بسطامي ڪيهي بات ڪهي هي،
ڪوئي سمجھڻ والا هوءِ

يعني سچل سرمست بسطامي واري بات جي تعريف ڪندي، ان ڳالهہ تي افسوس جو اظهار ڪيو آهي تہ اهو نڪتو ۽ اهو راز سمجھڻ سولي ڳالهہ نہ آهي، عام ماڻهو ان کي سمجھي نٿا سگھن.

قلندر جي زندگي هڪ ملامتي رند وانگر هوندي آهي، تنهن ڪري هو ملامت پسند ڪري ٿو ڇاڪاڻ تہ ان طريقي ڪيس نفس اماره کي نهوڙڻ ۾ مدد ملي ٿي. ٻيو تہ سندس ڳجھہ ماڻهن کان لڪل رهي ٿو جنهن جي ڄاڻ فقط الله پاڪ کي هوندي آهي. سندس تعلق بہ الله جي ذات سان هوندو آهي، تنهن ڪري هو خلق جي خوشنوديءَ کان بي پرواهہ رهي ٿو ۽ پنهنجي نفس جي اصلاح لاءِ ڄاڻي واڻي اهڙا ڪم ڪري ٿو جيئن خلق خدا مٿس ملامت ڪري.

نبي سڳوري جي هڪ حديث آهي تہ "اسان ننڍي جهاد کان وڏي جهاد وياسون." صحابہ عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ وڏو جهاد ڪهڙو آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ "نفس سان جهاد ڪرڻ وڏو جهاد آهي." هڪ صوفي بزرگ سهيل بن عبدالعزيز فرمايو آهي تہ "نفس جي مخالفت سمورين عبادتن جو سرچشمو آهي، نفس کي سڃاڻڻ جڻ پاڻ کي سڃاڻڻ آهي. جيڪو پاڻ کي نہ ٿو سڃاڻي، سو خدا کي ڪيئن سڃاڻي سگھندو. نفس جو فنا ٿيڻ حق تعاليٰ سان محبت جي نشاني آهي ۽ نفس جي پيروي ڪرڻ حق جي مخالفت آهي.

”انوار قلندر“ جي مصنف خليل الله پاڻي پٽ واري لکيو آهي ته: جڏهن الله پاڪ روحن کي فرمايو”الست بربڪم“ ته ڪن روحن ”قالوا بليٰ“ چيو ڪي چُپ رهيا ته ڪن انڪار ڪيو. پر ڪي روح اهڙا به هئا. جيڪي خدائي نور ۾ گم ٿي، هوش حواس کان فارغ ٿي ويا. انهن کي مست ۽ مجذوب چيو ويو آهي ۽ اهي دنيا جي ڏنڌن کان ڌار ٿي، هميشه خدائي نور ۾ رهن ٿا ۽ اهي قيامت تائين اهڙي ڪيفيت ۾ رهندا. حضرت بُوعلي قلندر رحمة الله عليه ان ڪيفيت کي هن ريت بيان ڪيو آهي:

منم محو جمال او نمی دانم کجا رفتم،

شدم عرق وصالِ اُو، نمی دانم کجا رفتم۔

## قلندري مشرب

قلندري مشرب ڪڏهن کان شروع ٿيو؟ ان جو جواب اسان کي تصوف جي مشهور ڪتاب ”مفتاح الغيب“ مان ملي ٿو. ان ۾ ڄاڻايل آهي ته قلندري مشرب جي ابتدا هن ريت ٿي: حضرت عبدالعزيز مڪي اصحابه صُفه مان هو ۽ سڀ کان پهرين نبي سڳوري عليه السلام ان کي قلندر جو لقب ڏنو.

حضرت عبدالعزيز مڪي وڏي عمر وارو، مست ۽ مجذوب فقير هو. ان جي جذب ۽ استغراق جا ڪيترائي قصا مشهور آهن. هتي مثال طور هڪ واقعو پيش ڪجي ٿو:

هڪ ڀيري نبي سڳوري عليه السلام سان گڏ ڪيڏانهن وڃي رهيا هئا ته واٽ تي استغراق ۾ اچي ويا. باطني ڪيفيت ڪين دنيا وما فيها کان بي خبر ڪري ڇڏيو. انهيءَ جذب ۽ محويت جي عالم ۾ پورا ٽيهه ورهيه ان ئي حُجري ۾ رهيا. جيڪو حضور جن نهرايو هو. تان جو هڪ ڏينهن حضرت علي عليه السلام صفين واري جنگ جي تياري ڪئي، طبل، نغارن ۽ گهوڙن جو آواز ٻڌي هوش ۾ اچي ويا. پڇيائون ته حضور جن ڪٿي آهن؟ پاڻ سڳورن جو لشڪر ڪهڙي طرف آهي؟ ته حاضرين مان هڪ شخص کين جواب ڏنو

تہ پاڻ سڳورا وصال ڪري ويا آهن ۽ ڪائنن پوءِ ٽن خليفن جو دور پڻ ختم ٿي چڪو آهي، هينئر علي المرتضيٰ جي خلافت جو دور آهي. ايتري ۾ جڏهن شاهي لشڪر ويجهو آيو ۽ ماڻهن موليٰ عليءَ کان پڇيو تہ هي ڪير آهي؟ موليٰ علي فرمايو تہ: ”هي رسول الله ﷺ جن جو علمبردار اصحاب صُفہ وارو شيخ عبدالعزيز مڪي قلندر ۽ مجذوب آهي. پوءِ ان ئي مهل حضرت عبدالعزيز مڪي رحمة الله عليه موليٰ علي جي مبارڪ هٿ تي بيعت ڪئي ۽ اسلامي لشڪر ۾ شامل ٿي ويو.

مولانا عبدالقادر جونپوري رحمة الله عليه پنهنجي هڪ نظم ۾ اهو واقعو هن ريت بيان ڪيو آهي:

خواجه عبدالعزيز عبدالله
آن عَلم دارد مصطفیٰ زِ سپاه
با نبی ﷺ بود در سفر بوباق
درمکان گرفتش استغراق
تازمانیٰ که حیدرِ صفدر
سُوی صفین راند بالشکر
شغب لشکرش بگوش رسید
به رفاقت درآمد و بدید
گفت که مصطفیٰ ﷺ و لشکرِ او
من فدا و غلام و چاکر او
قوم گفتند رفت از دُنیا
و زپس او سی مرد از خلفا
این و صی و سیست شیرِ خدا
این علی مرتضیٰ امیر هُدا
تا بدولت بآنجناب رسید
بیعتش کرد و خدمتش بگرید

حضرت بُو علي قلندر ﷺ بابت محققن لکيو آهي تہ پاڻ 40 ورهيہ سُڪر ۾ بيهوش رهيا. ايتريقدر جو سندن مُڇن منهن مبارڪ کي ڍڪي ڇڏيو هو. حضرت علاءُ الدين صابر ڪليري ﷺ 12 ورهيہ هڪ وڻ جي سهاري بيٺا رهيا. ظاهر آهي تہ اهي بزرگ اهڙي حالت ۾ روزو نماز ادا ڪري نہ سگهيا، پر حقيقت ۾ اُهي خدائي نور ۾ گم رهيا، اتي مجاهدي جي ضرورت نہ هوندي آهي، اهي الله وارا مشاهدي ۾ پهتل هئا، جيئن ڀٽائيءَ فرمايو آهي تہ:

ستائي سونهن، ننڊ عبادت تن جي.

هيءَ هڪ حقيقت آهي تہ قلندر ملامت کي پسند ڪن ٿا، تنهن ڪري انهن کي ملامتي سڏيو وڃي ٿو. حضرت علي هجويري ﷺ ملامتي فرقي وارن جي تمام گهڻي تعريف ڪئي آهي، هن خلق جي ملامت کي خدا جي دوستن جي غذا سڏيو آهي، هن ملامتين جا ٽي قسم ٻڌايا آهن. هڪ ڪو شخص پنهنجي مامرن ۽ عبادتن ۾ درست هجي، پوءِ بہ ماڻهو مٿس ملامت ڪن ۽ هو ان جي پرواهہ نہ ڪري. مثلاً شيخ ابوطاهر ﷺ هڪ ڀيري بازار مان وڃي رهيو هو. هڪ شخص کين پير زنديق ڪوٺيو اهو ٻڌي سندن هڪ مريد کي ڪاوڙ اچي وئي ۽ هن جهيڙو ڪرڻ چاهيو پر سندن مرشد، ابوطاهر کيس وڙهڻ ۽ جهيڙڻ کان منع ڪئي ۽ کيس سمجهائيندي چيائين تہ تون جيڪڏهن جهيڙو نہ ڪرين تہ توکي هڪ شيءِ هلي ڏيکاريان. جڏهن گهر پهتا تہ مرشد کيس ڪيترائي خط ڏيکاريا، جن ۾ ڪنهن تي شيخ ذڪي، ڪنهن تي شيخ زاهد، ڪنهن تي شيخ الاسلام ڪنهن تي شيخ الحرمين جو خطاب لکيل هو. پاڻ فرمايائون تہ هر شخص پنهنجي پنهنجي اعتقاد موجب لقب ڏيندو آهي، جيڪڏهن ڪو شخص مون کي پنهنجي اعتقاد موجب زنديق يعني ڪافر سڏي ٿو تہ تون ان سان ڇو ٿو جهيڙو ڪرين؟

ٻيو قسم اهو آهي تہ قلندر دنيا جي رعب تاب ۽ ٺٽ ٺانگر کان منهن موڙي خدا جي عبادت ۾ مشغول ٿي وڃي ۽ خلق جي ملامت جي

پرواهه نه ڪري ته جيئن سندس طبيعت دنيا جي شان و شوڪت طرف مائل نه ٿي سگهي، مثلاً هڪ ڀيري حضرت بايزيد بسطامي ﷫ حجاز مقدس جي سفر کان واپس پنهنجي وطن وڃي رهيو هو بسطام جو عوام ۽ وڏا ماڻهو سندس استقبال لاءِ شهر کان ٻاهر اچي گڏ ٿيا، هڪ مريد جو ساڻن سفر ۾ گڏ هو تنهن کان پڇيائون ته هي ماڻهو هتي ڇو اچي ڪٺا ٿيا آهن؟ مريد جواب ڏنو ته سائين هي اوهان جي استقبال لاءِ آيا آهن. ته هڪدم گودڙيءَ مان مانيءَ جو ٽڪر ڪڍي کائڻ لڳا، رمضان شريف جو مهينو هو، ماڻهن جڏهن ڏٺو ته بايزيد روزن جي مهيني ۾ ماني کائي رهيو آهي ته مٿس ملامت ڪرڻ لڳا. پوءِ اهي سڀ ڪاوڙ مان واپس موٽي ويا. اهو ڏسي سندن مريد کي تمام گهڻو افسوس ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته سائين! اوهان هي ڇا ڪيو؟ پاڻ فرمايائون ته ڏنئي شريعت جي هڪڙي جهٽڪي سان هنن ماڻهن کي پاڻ کان پري ڪري ڇڏيم هي ماڻهو مون کي پنهنجي موليٰ کان غافل ڪرڻ لاءِ آيا هئا.

حضرت بايزيد بسطامي ﷫ ان ڪري ائين ڪيو ته جيئن دنيا ۽ دنيا وارا ڪيس پنهنجي طرف مائل نه ڪن ۽ ڪٿي ائين نه ٿئي جو هيترا سارا ماڻهو پنهنجي استقبال لاءِ ڏسي، غرور ۽ تڪبر نه اچي وڃي.

ٽيون قسم اهو آهي ته ڪو گمراهه هجي ۽ خلق جي ملامت جي خوف کان سنئين راهه تي اچڻ نفاق ۽ رياڪاري سمجهندو هجي، ايتري تائين جو شريعت کي به ڇڏي ڏئي.

حضرت علي هجويري ﷫ ملامت جي قول جي تائيد ۾ فرمايو آهي ته ملامت، عاشقن لاءِ هڪ برسيل باغ آهي، دوستن لاءِ هڪ سهڻي تفريح، مشتاقن لاءِ راحت ۽ مريدن لاءِ خوشي ۽ سرور آهي، اهوئي سبب آهي جو لال شهباز فرمايو آهي:

بصد سامان رسوائی، سر بازار می رقصم

سندن هڪ ٻيو شعر آهي:

خلایق گر کند برما، ملامت زین رهی هردم

مگرنازم براین ذوقی، که پیش یار می رقصم

حضرت ابراهيم اڌمر ﷺ کان ڪنهن پڇيو ته، "ڪڏهن اوهان جي من جي مراد پوري ٿي؟" پاڻ فرمايائون ته "ٻه ڀيرا منهنجي من جي مراد پوري ٿي، هڪ ڀيرو ٻيڙي ۾ ويٺو هوس، مون کي ڪنهن نه سڃاتو. پراڻا ۽ ڦاٽل ڪپڙا پهريل هئا. مٿي جا وار به وڏي ويا هئا. منهنجي اها حالت ڏسي ٻيڙي ۾ ويٺل ماڻهو مون تي کلون، ٺوڪون ڪرڻ لڳا ۽ منهنجي مٿي جا وار پٽڻ لڳا. ان مهل منهنجي من جي مراد پوري ٿي. مان انهيءَ پراڻي ۽ ڦاٽل لباس ۾ خوشي محسوس ڪري رهيو هوس، پر هڪ ڏينهن اها خوشي ختم ٿي، هڪ شخص مسخري ۾ منهنجي مٿان گند اڇلايو مجبور ٿي اهو لباس لاهڻو پيو.

ٻيون ڀيرو منهنجي من جي مراد هن نموني پوري ٿي ته هڪ ڏينهن وڏ ڦڙو وسي رهيو هو سيءَ جي موسم هئي، هڪ ويجهي ڳوٺ پهتم. منهنجو جُبو پُچي پٽ ٿي ويو هو هڪ مسجد ۾ ويم ته مُلا مون کي ڌڪا ڏئي ٻاهر ڪڍيو سيءَ ڏاڍو ستايو. مجبور ٿي هڪ حمام واري ٻنيءَ ۾ گهڙي ويم. ٻاهه جي تَوَ تي سيءَ کان ته بچي ويس، پر ٻاهه جي دونهين منهنجا ڪپڙا ڪارا ڪري ڇڏيا ۽ منهن به سياهه ٿي ويو. ٻاهر نڪتم ته ماڻهو کلڻ لڳا. ان مهل منهنجي من جي مراد پوري ٿي وئي."

## مددي ڪتاب


1ـ رسالو ميان سچل فقيرجو — مرزا علي قلي بيگ
2ـ سوانح قلندر لال شهباز — ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي
3ـ مثنوي مولانا روم
4ـ انوار قلندر — خليل الرحمان
5ـ مثنوي بوعلي قلندر
6ـ ديوان عبدالقادر جونپوري
7ـ دوبيتي بابا طاهر عريان




# ماڌولال حُسين

## (قلندرن جي ملامتي مشرب جو هڪ صوفي بزرگ)

پنجاب جي هن صوفي بزرگ کي تذڪري جي ڪتابن ۾ لال حسين، شاهہ حسين ۽ ماڌو لال حسين جي نالن سان سڏيو ويو آهي. سندن تعلق قلندرن جي ملامتي فرقي سان هو. جن جو ظاهري عمل سهڻو نہ هوندو آهي، تنهن ڪري ماڻهو انهن کي پسند نہ ڪندا آهن. قلندر ظاهري طور عبادت ۾ مشغول نہ هوندا آهن، پر انهن جو اندر اجرو هوندو آهي. در حقيقت اهي باطني طور عبادت ۾ مشغول هوندا آهن.

سُتائي سونهن، جو ننڊ عبادت تن جي.

ماڌو لال حسين بہ اهڙن ئي صوفي بزرگن مان هو. سندس جنم 945هہ ۾ لاهور ۾ ٿيو. لال حسين جي هڪ مريد شيخ پير محمد پنهنجي ڪتاب "حقيقت الفقراءَ" ۾ لکيو آهي تہ "حضرت لال حسين جو اصل نالو ڍڍا حسين هو. ان جو سبب اهو آهي جو سندس ناناڻن جو تعلق راجپوتن جي هڪ ذات ڍڍا سان هو. ڏاڏاڻن جي نسبت سان هو ڪلسرائي هو. چون ٿا تہ حضرت لال حسين جي خاندان جو وڏو جيڪو سڀ کان پهريائين مسلمان ٿيو سو ڪلسرائي هو. تنهن ڪري ڪلسرائي سڏيو ويندو هو. مسلمان ٿيڻ کان پوءِ هن ديني علمن ۾ ايڏو ڪمال حاصل ڪيو جو هو. پنهنجي زماني ۾ شيخ الاسلام جي عهدي

تي فائز ٿيو. انهيءَ مناسبت سان بعد ۾ ڪلسرائي نسل بہ ڪسلرائي سڏجڻ لڳو.

حضرت لال حسين جي والد جو نالو شيخ عثمان هو. هو نهايت ئي مسڪين ماڻهو هو. گذر سفر لاءِ ڪورڪو ڏنڊو ڪندو هو. انهيءَ غريب جي گهر هڪ پٽڙو پيدا ٿيو. جيڪو پنهنجي دؤر جو ولي الله مشهور ٿيو. شيخ عثمان پنهنجي پياري پٽ جو نالو حسين رکيو. جيئن تہ هو لال ۽ گيڙو رنگ جا ڪپڙا پهريندو هو. تنهن ڪري کيس لال حسين سڏيندا هئا. شهباز قلندر جو اصل نالو عثمان هو پر سُرخ رنگ جا ڪپڙا پهرڻ سبب لال شهباز قلندر جي لقب سان مشهور ٿيو. لال حسين جي جڏهن هڪ هندو ڇوڪري ماڌوءَ سان محبت ٿي تہ پوءِ انهيءَ جي محبت ۽ مناسبت سبب ”ماڌو لال حسين“ بڻجي ويو ۽ اڄ تائين انهيءَ نالي سان مشهور آهي.

هو جڏهن ستن سالن جو ٿيو تہ کيس پڙهڻ لاءِ مڪتب موڪليو ويو. اتي هن پنهنجي استاد ابوبڪر کان قرآن پاڪ جا ڇهہ پارا ياد ڪيا. پوءِ هن مدرسي جي هئي استاد سعد الله کان تفسير مدارڪ جا ڪجهہ حصا پڙهيا. ان کان پوءِ هو وڌيڪ تعليم جاري نہ رکي سگهيو. هڪ ڏينهن هو مدرسي ۾ ويٺو هو تہ مشهور صوفي بزرگ حضرت بهلول هڪ غيبي اشاري هيٺ اتي آيو. هن چيو تہ. ”مان حسين کي فيض ڏيڻ آيو آهيان.“ لال حسين کي چيائين تہ ”درياءَ تان وضو لاءِ پاڻي ڀري اچ.“ هن حڪم جي پوئواري ڪئي. حضرت بهلول ان پاڻيءَ مان وضو ڪيو. پوءِ ٻہ رڪعت نماز ادا ڪري ماڌو لال حسين لاءِ هيءَ دعا ڪئي:

”يا الله! هن نينگر تي رحم ڪر، هن کي عرفان جي دولت سان مالا مال ڪر ۽ کيس پنهنجو سچو عاشق بڻاءِ.“

حضرت بهلول سندس استاد ابوبڪر کي چيو تہ ”رمضان شريف جو مهينو اچي رهيو آهي، هن سال رمضان شريف ۾ تراويح لال حسين پڙهائيندو.“ اهو ٻڌي لال حسين، بهلول کي عرض ڪيو تہ ”اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو، مون تہ رڳو ڇهہ پارا ياد ڪيا آهن.“ حضرت بهلول فرمايو

”تون ڪو فڪر نہ ڪر، تون ضرور قرآن پڙهائيندين. درياءَ تي وڃ ۽ اتان منهنجي لاءِ پاڻي کڻي اچ. پر هڪ ڳالهه جو خيال ڪجانءِ تہ اتي توکي هڪ بزرگ ملندو. اهو جيئن چئي، تيئن ڪجانءِ.“

لال حسين درياءَ تي ويو تہ واقعي اتي هڪ بزرگ سندس انتظار ۾ بيٺو هو. هن جڏهن پاڻيءَ جو ڪوُنرو ڀريو تہ بزرگ کيس چيو تہ ”اهو پاڻي منهنجي هٿ تي هار.“ لال حسين ائين ڪيو. اهو بزرگ ڏاڍو خوش ٿيو. ڪجهہ پاڻيءَ جا ڇنڊا سندس منهن تي هنيائين. ان بزرگ جي برڪت سان سڄو قرآن مجيد کيس ياد ٿي ويو. پوءِ ان سال رمضان شريف ۾ تراويحون لال حسين پڙهايون. چون ٿا تہ اهو بزرگ خواجہ خضر هو.

حضرت بهلول لال حسين کي مريد ڪري، پنهنجو خليفو بڻايو. هو پنهنجو فرض پورو ڪرڻ کان پوءِ موڪلائي هليو ويو. موڪلائڻ مهل کيس هدايت ڪيائين تہ ”هر آچر تي داتا گنج بخش جي مزار تي پابنديءَ سان حاضري ڏيندو رهجانءِ.“

ماڌو لال حسين هر رات ڪلام پاڪ جي تلاوت ۽ عبادت ۾ گذاريندو هو. درياءَ جي ڪناري ۽ حضرت داتا گنج بخش جي مزار تي کيس دلي سڪون محسوس ٿيندو هو. صبح جي نماز پڙهي مدرسي مان تفسير جو درس وٺندو هو. اتي عصر جي نماز تائين هوندو هو عصر جي نماز کان پوءِ ذڪر ۽ فڪر ۾ مصروف ٿي ويندو هو. مغرب جي نماز پڙهڻ کان پوءِ عشاءَ جي نماز تائين نفل پڙهندو رهندو هو. اهو سندس روز جو معمول هو جنهن ۾ ڪڏهن بہ ڪو فرق نہ آيو.

لال حسين ٻارهن ورهين تائين حضرت داتا گنج بخش رحہ جي مزار تي پابنديءَ سان حاضر ٿيندو رهيو. نيٺ هڪ ڏينهن کيس ان جو عيوض ملي ويو. دستور موجب مزار مبارڪ تي موجود هو تہ هڪ نوراني صورت وارو بزرگ اتي آيو. کيس چيائين تہ ”توکي خبر آهي تہ مان ڪير آهيان؟“ پوءِ پاڻ ئي کيس ٻڌايائين تہ ”مان علي هجويري آهيان.“

حضرت داتا گنج بخش رحہ ساڻس وڏيون مهربانيون ڪيون،

روحانيت سان مالامال ڪري ڪيس ولايت عطا ڪئي ۽ وحدت واري شراب سان سرشار ڪيو.

سُتي ان شراب، جن سَري سي سون ٿيا.

هڪ ڏينهن پنهنجي استاد شيخ سعد الله کان تفسير مدارڪ جو درس وٺي رهيا هئا. جڏهن هن آيت تي پهتا، جنهن جو ترجمو آهي: "هن دنيا جي زندگيءَ جي ڪا به اهميت نه آهي،" ته پنهنجي استاد کي ان آيت جي وڌيڪ وضاحت ۽ تشريح لاءِ عرض ڪيائين. ان عالم سڳوري انهيءَ آيت جي فلسفياڻي ۽ عالماڻي انداز ۾ وضاحت ڪئي ۽ انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنو ته: هيءَ دنيا ڪجهه به نه آهي. اصل آخرت واري ئي دنيا آهي. اهو ٻڌي مٿس وجد طاري ٿي ويو. پاڻ ان ئي حالت ۾ بيهي نچڻ لڳو ۽ اهو چوندي اتان ٻاهر هليو ويو ته "جڏهن الله تعاليٰ هن دنيا کي عام سمجهيو آهي، ان کي ڪا اهميت ڪا نه ڏني آهي ته ان ۾ مصروف رهڻ مان ڪهڙو فائدو؟" سڀ ڪتاب کوهه ۾ اڇلائي ڇڏيائين. ڏاڙهي مُڇون ڪوڙائي، شراب جو پيالو هٿ ۾ کڻي نشي جي حالت ۾، بازارن ۾ جهومندو وتندو هو. طوائفن وٽ وڃي ناچ گانن جي محفلن ۾ شريڪ ٿيندو هو. مطلب ته دنيا ترڪ ڪري، ظاهري نيڪ عملن کان پاسو ڪري هن قلندرن وارو ملامتي طريقو اختيار ڪيو.

جڏهن سندس مرشد حضرت بهلول کي معلوم ٿيو ته لال حسين شراب پيئي ٿو، نشي ۾ مدهوش رهي ٿو ۽ شريعت واري واٽ ڇڏي ڏني اٿس ته هو ساڻس ملڻ لاءِ لاهور آيو. ساڻس ملاقات ڪري مطمئن ٿي واپس موٽي ويو. ڪجهه عرصي کان پوءِ شيخ بهلول وفات ڪئي. پيرو مرشد جي وفات کان پوءِ مستيءَ ۾ بازارن ۾ نچندو رهندو هو. هو ان وقت جڻ لال شهباز قلندر جي هنن شعرن جي هوبهو تصوير بڻجي ويندو هو.

شدم بدنام در عشقش بیا ای پارسا اکنون
نمی ترسم ز رسوائی سرِبازار می رقصم
بیا ای مطرب و ساقی سماع و شوق آوردہ
که من از شادی وصلش قلندر وار می رقصم

هڪ ڏينهن جيئن ئي شاهدره مان گذري رهيو هو تہ سندس نگاهہ ماڌو نالي هڪ نوجوان تي پئي. ماڌو بيحد حسين هو. ان وقت ان جي عمر سورهن سال هئي. سندس شادي ٿي چڪي هئي. ماڌو کي ڏسڻ سان ئي لال حسين مٿس موهت ٿي پيو ۽ ماڌوءَ سان سندس اهڙي محبت ٿي وئي، جو رات جو شاهدره وڃي سندس گهر جي چوڌاري طواف ڪندو هو. سندس اهڙي ڪيفيت هن ڪافي مان پڌري ٿئي ٿي:

من اٽڪيا بيپرواهہ نال
اوه دين دُني دے شاه نال
قاضي ملان متين ڏيندے
ڪئي سياني راه دسنيدے
عشق ڪي لگدے راه نال
نديون پار رانجهن دا ٺانان
ڪيتا قول ضرورت جانان
منتان ڪران ملاح نال

ماڌو مغروريءَ سبب پنهنجي عاشق جي هيٺي حال کان بيپرواهہ رهيو. هوڏانهن لال حسين ماڌوءَ جي محبت ۾ سڄي شهر ۾ بدنام ٿي ويو پر هن اها بدنامي اکين تي رکي. جيئن فقير قادر بخش "بيدل" فرمايو آهي:

بدنامي دي پڳ تي ٺهندا، ڦٽ لعنت دا ڦُل پلا
برهہ جا بار بدناميون، ڇمي چشمن تي چاياسي

لال حسين ماڌوءَ جي محبت ۾ هر وقت بيقرار رهڻ لڳو. نيٺ عاشق جي آهن ۽ دانهن ماڌوءَ جي دل تي اثر ڪيو. هن جي دل ۾ بہ حسين لاءِ محبت پيدا ٿي. ٻنهي جي پاڻ ۾ اهڙي محبت ٿي وئي، جو ماڌو بہ حسين لاءِ بيقرار رهڻ لڳو. جيستائين لال حسين جو ديدار نہ ڪندو هو تيستائين ڪيس آرام نہ ايندو هو. ٻئي گڏجي مڌ جا پُر پيالا پيئندا رهندا

هئا. شاهہ حسين پنهنجي هن شعر ۾ ان ڪيفيت جو اظهار هن ريت ڪيو آهي:

تسين رل مل ديو مبارڪان، ميرا سُهنا سجن گهر آيا هي
جس سجن نون مين ڍونڍ دي وتان، سو سجن مين پائيا هي

بهرحال، ماڌو ۽ حسين جو پاڻ ۾ اهڙو عشق ٿي ويو جو هو هڪٻئي کان هڪ پل بہ ڌار نہ ٿيندا هئا. هڪ ٻئي کٽ تي گڏ سمهندا هئا. ماڌوءَ جي مائٽن کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي. ماڌوءَ کي گهڻو ئي سمجهايائون، پر ان تي ڪو اثر ڪونہ ٿيو. ڪين اها ڳالهہ ٿي وڃي وئي تہ ڪٽي هيءُ ڇوڪرو مسلمان نہ ٿي وڃي، تنهن ڪري هنن حسين کي مارڻ جو ارادو ڪيو. حسين کي مارڻ لاءِ هندن ڏاڍي ڪوشش ڪئي، پر ناڪام رهيا. رات جو ڪيس مارڻ جي نيت سان سندس گهر ويندا هئا، پر حسين جي گهر جو در ڳولهي نہ سگهندا هئا. نيٺ مايوس ٿي موٽي ويندا هئا. هنن گهڻا ئي ڀيرا حسين کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هر ڀيري کين ناڪامي نصيب ٿي.

انهن ئي ڏينهن ۾ بسنت جي موسم اچي وئي. هندن پنهنجي ريت رسم ۽ معمول مطابق خوب خوشيون ڪيون ۽ هولي جي ڏڻ تي راڳ ۽ ناچ ۾ مشغول ٿي ويا. ماڌو جڏهن اهو منظر ڏٺو تہ هن کي بہ چڪ ٿي ۽ خوشيءَ مان ڳاڙهو رنگ کڻي حسين جي مٿان هاريائين تہ حسين جي ڏاڙهي تي ڇنڊا پيا ۽ سندس ڪپڙا لال ٿي ويا. حسين کي پنهنجي محبوب جي اها ادا ڏاڍي وڻي ۽ خوشيءَ ۾ نچڻ ٽپڻ لڳو. ان ڏينهن کان وٺي هو سڄي حياتي بسنت جي موقعي تي نچندو ڪڏندو هو. سندس وفات کان پوءِ اڄ تائين سندس مزار تي راڳ، ناچ ۽ رنگ هارڻ واري رسم ادا ڪئي ويندي آهي. لال حسين هڪ ڀيري بسنت جي موقعي تي پنهنجي محبوب کي مخاطب ٿي چيو تہ ”ماڌو! تنهنجي مائٽن لاءِ هيءُ بسنت جو ميلو ٿورا ڏينهن آهي، پر تنهنجو بسنت قيامت تائين قائم رهندو.“

هڪ ڀيري حسين ماڌوءَ کي چيو تہ ”هل تہ هلي بابو پوره* ۾ اڪيلائي ۾ ويهي شراب پيئون.“ ماڌو ڦھرياڻين تہ انڪار ڪيو چيائين تہ خلق ۾ وڏي خواري ٿيندي، پر حسين ڪيس چيو تہ ”هلي ڏس، تہ توکي پوءِ پتو پوندو تہ توکي تنهائي ۾ چو ٿو وڻي وڃان.“ پوءِ ماڌو هلڻ تي راضي ٿيو. هو ٻئي وڃي هڪ هنڌ ويٺا ۽ پر پيالا پيتائون. عاشق، معشوق کي پاڪر پائي ذري مان آفتاب بڻائي ڇڏيو ۽ ماڌو حُسين جي محبت ۽ برڪت سان الله وارو بزرگ بڻجي ويو.

محققن جو چوڻ آهي تہ ماڌو مسلمان ٿيو هو. ان جي مسلمان ٿيڻ جو واقعو محمد لطيف ملڪ جي ڪتاب ”اولياءِ لاهور“ ۾ هن ريت بيان ڪيو ويو آهي. ”بهاريہ“ ۽ ”حقيقت الفقراءَ“ ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ ماڌو جي مسلمان ٿيڻ جو سبب هي آهي تہ هڪ ڀيري چيٽ جي مهيني ۾ معمول مطابق ماڌو جا مائٽ گنگا اشنان لاءِ تيار ٿيا. ماڌو لال حسين کي عرض ڪيو تہ سائين! منهنجا پيءُ ماءُ گنگا اشنان لاءِ وڃي رهيا آهن. اسان جي مذهب ۾ انهيءَ اشنان جو وڏو ثواب آهي. جيڪڏهن اجازت ڏيو تہ مان بہ انهن سان گڏ وڃي گنگا اشنان ڪري اچان.“ جيئن تہ حسين، ماڌوءَ کان هڪ پل بہ ڌار رهڻ نہ ٿي چاهيو. تنهنڪري ڪيس چيائين تہ ”جيڪڏهن واقعي توکي گنگا اشنان جو شوق آهي تہ تون هتي مون وٽ رهي پئہ ۽ مقرر ڏينهن يعني گنگا اشنان ويساک مهيني جي پهرين تاريخ تي ٿيندو آهي، مون کي ٻڌائجانءِ مان توکي ان مهل گنگا ۾ اشنان ڪرائيندس.“

ماڌوءَ جا مائٽ گنگا روانا ٿيا ۽ ماڌو مقرره وقت تي حُسين کي چيو تہ ”سائين! اڄ گنگا ۾ اشنان ڪرڻ جو ڏينهن آهي، منهنجا مائٽ اتي اشنان ڪندا هوندا.“ لال حسين ان وقت اٿي بيٺو ۽ ماڌو کي چيائين تہ ”منهنجي پير تي پيرُ رک ۽ اکيون ٻوٽ“ هن ائين ڪيو. پوءِ ڪيس چيائين تہ ”هينئر اکيون کول!“ ماڌو اکيون کوليون تہ پاڻ کي گنگا تي

* بابو حسين جو خاص مريد هو ۽ سندن حاضريءَ ۾ رهندو هو. اهو ماڳ انهيءَ آباد ڪيو هو. تنهن ڪري ان کي بابو پوره سڏيو ويندو هو. هينئر ان کي باغبان پوره سڏيو ويندو آهي.

ڏنائين. حيران ٿي حسين کان پڇيائين تہ "سائين هي ڇا آهي؟" حسين کيس چيو تہ "هيءَ هڪ راز آهي، جيڪو ٻڌائي نٿو سگهجي، وڃ وڃي اشنان ڪر ۽ پنهنجي ماٽتن سان ملي وٺ."

ماڌو ڏاڍو خوش ٿيو. گنگا ۾ اشنان ڪيائين ۽ پنهنجي ماٽتن سان بہ مليو پوءِ واپس لاهور موٽي آيو. انهيءَ ڏينهن کان ماڌو سچي دل سان مسلمان ٿيو. هو جڏهن مسلمان ٿيو ان وقت سندس عمر 18 سال هئي. ۽ اهو هجري سن 1001 هو (ص 70_169).

لال حسين جون ڪرامتون ڏسي ڪيترائي ماڻهو سندس معتقد ٿي ويا. پر ملان، مولوي مشائخ ۽ قاضي سندس مخالف هئا. ڪانئس نفرت ڪندا هئا ۽ کيس شرعي تعزير ڏيڻ لاءِ پٺ پچائيندا رهندا هئا. هڪ ڏينهن لاهور جي هڪ قاضي، لال حسين کي ڍُهل تي نچندي ڏٺو تہ کيس ڏاڍي ڪاوڙ آئي. هن سوچيو تہ ڪنهن طرح کيس سزا ڏجي. لال حسين، لاهوري قاضي جي نيت سمجهي ويو. کيس چيائين تہ "قاضي صاحب! اسلام جا پنج رڪن آهن. پهريون ڪلمہ توحيد ۽ رسالت جو اقرار ان ۾ تون ۽ مان ٻئي شريڪ آهيون. ٻيو نماز ٽيون روزو جيڪي ٻئي مون ڇڏي ڏنا آهن. چوٿون زڪوات ، پنجون حج، اهي ٻئي تو ڇڏي ڏنا آهن. پوءِ رڳو حسين کي سزا ڏيڻ لاءِ ڇو ٿو سوچين؟ اهو ٻڌي قاضي مرڪيو ۽ پنهنجي دڳ سان هليو ويو.

لال حسين جي قلندري طريقي جون ڳالهيون پري پري تائين مشهور ٿي ويون. ملن ملواڻن مغل شهنشاهہ اڪبر سان بہ لال حسين جي غير شرعي ڳالهين جي شڪايت ڪئي. اڪبر کيس پاڻ وٽ گهرايو.

کيس چيائين تہ: اي درويش! ٻڌو اٿم تہ تون الله وارو آهين." جواب ڏنائين تہ : "ان ۾ ڪهڙو شڪ آهي." اڪبر پڇيس تہ "چڱو اهو ٻڌاءِ تہ تون خدا تائين ڪيئن پهتين؟" تنهن تي جواب ڏنائين تہ "اي بادشاهہ! مان خدا تائين ڪو نہ پهتو آهيان، بلڪ خدا مون تائين پهتو آهي." ان تي هڪ درباري ڪانئس ان ڳالهہ جو ثبوت گهريو. لال حسين اڪبر کي مخاطب ٿي چيو تہ "اي هندستان جي اڇي ڪاري جا مالڪ! سنئين

سڏي ڳالهه آهي. جيڪڏهن توهان نہ چاهيو ها، تہ هيءُ فقير توهان تائين ڪيئن پهچي ها.“ اڪبر سندس اهو جواب ٻڌي خوش ٿيو ۽ کيس عزت ۽ احترام سان روانو ڪيائين.

شهزادو سليم جيڪو جهانگير جي لقب سان تخت تي ويٺو سو سندس عقيدت مند هو. هن ماڌو لال جي ملفوظات لکڻ لاءِ پنهنجو هڪ خاص ماڻهو بهادر خان مقرر ڪيو هو. جنهن ”بهاريہ“ نالي هڪ ڪتاب تيار ڪيو هو.

لال حسين 1008هہ ۾ وفات ڪئي. ان وقت سندس عمر 63 سال هئي. سڀني ماڻهن کي وڏو صدمو پهتو. خاص طور ماڌو ڏاڍو بيقرار ٿي ويو. روزانو قبر کي ڀاڪر پائي رئندو رهندو هو. هڪ سال کان پوءِ کيس مرشد طرفان غيبي حڪم ٿيو تہ ”هندستان وڃي راجا مان سنگهہ وٽ نوڪري ڪر. ٻارهن سالن کان پوءِ موٽي اچجانءِ.“ ”ماڌو حسين جي قبر کان پري وڃڻ نہ ٿي گهريو پر مجبوراً مرشد جو حڪم مڃي هندستان هليو ويو ۽ وڃي مان سنگهہ وٽ نوڪري ۾ بيٺو. هن کان اڳ بہ مان هُو سنگهہ جي ملازمت ۾ رهي چڪو هو. مان سنگهہ سندس بزرگيءَ کان واقف هو. تنهنڪري هن کيس پير و مرشد واري عزت ڏني.

دراصل لال حسين، ماڌوءَ کي هندستان ان لاءِ موڪليو هو تہ جيئن سندس دل وندري، هتي هوندو تہ وڏيڪ پريشان ٿيندو. جڏهن ٻارهن ورهيہ گذريا تہ ماڌو، مرشد جي ارشاد موجب لاهور وڃڻ لاءِ تيار ٿيو. انهن ڏينهن راويءَ ۾ وڏي ٻوڏ آيل هئي ۽ پاڻي حسين جي قبر تائين پهچي چڪو هو. عقيدت مندن قبر ۾ سوراخ ڪيو تہ جيئن سندن وصيت موجب سندن لاش مبارڪ ڪڍائي بابو پوره ۾ دفن ڪيو وڃي. جڏهن قبر کوٽيائون تہ اها وچ مان خالي نظر آئي. نہ لاش هو ۽ نہ هڏڙا. اهو ڏسي سڀ حيران ٿي ويا ۽ حيرانيءَ ۾ واپس هليا ويا. جڏهن ڪجهہ قدم اڳتي وڌيا تہ قبر مان نور جي لاٽ آسمان طرف وڌندي ڏٺائون. پوءِ سڀ ماڻهو واپس موٽي آيا. محمد صالح نالي سندن هڪ مريد کي الهام ٿيو تہ قبر جي اندر هيٺ لهي وڃ. هو هيٺ لهي ويو تہ کيس اتي هڪ

گلدستو نظر آيو. ان وقت هن هڪ غيبي آواز ٻڌو. لال حسين ڪيس چئي رهيو هو تہ "الله پاڪ جي فضل سان منهنجو لاش گلدستو بڻجي ويو آهي، اهو جلد ئي ڪٽي وڃي بابو پوره ۾ دفن ڪيو. جيڪو منهنجو ديدار ڪرڻ چاهي سو ماڌو جو درشن ڪري ڇو تہ مون ۾ ۽ ماڌو ۾ ڪو فرق نہ آهي."

اهو گلدستو بابو پوره ۾ دفن ڪيو ويو. "ڪلام شاهہ حسين" جي مؤلف علامہ عالم فخري لکيو آهي تہ: "وصيت موجب جڏهن سندس جنازو بابو پوره آندو ويو تہ اُتي پير گورکناٿ نالي هڪ جوڳي پنهنجي ڪجهہ چيلن سان گڏ ويٺو هو. هُن اُنهيءَ هنڌ لاش دفن ڪرڻ تي اعتراض ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ هندن جي جاءِ آهي، هتي ڪنهن بہ مسلمان کي دفن ٿيڻ نہ ڏينداسين. اُن وقت لاش 'گلدستہ' مان آواز آيو تہ: "اي جوڳي! فلاڻي جاءِ تي (جتي هينئر لال حسين جي مزار آهي) زمين کوٽيو جيڪڏهن اُتان تسبيح، مصلو قرآن پاڪ ۽ ڳاڙهي دستار نڪري تہ پوءِ هيءَ جاءِ اسان جي آهي. اهي شيون نہ نڪرن تہ پوءِ توهان جي." اُنهيءَ هنڌ کوٽائي ڪيائون تہ واقعي اُتان اُهي شيون مليون. اُهي ڏسي جوڳي پشيمان ٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ "مان ڪاڏي وڃان!" ارشاد ٿيو تہ: "گورکناٿ جي ٽلهي تي وڃي رهہ". لال حسين جي اِها ڪرامت ڏسي اُنهن مان هڪ چيلو مسلمان ٿيو. جنهن جو نالو خاڪي ديوان رکيو ويو. شاهہ حسين کي اُن ڏسيل هنڌ تي دفن ڪيو ويو. اُهو هجري سن 1021هہ هو. خاڪي ديوان جي قبر شاهہ حسين جي چؤديواري جي اندر موجود آهي. دفنائڻ کانپوءِ وري اندران آواز آيو: اها ڳاڙهي دستار اسان جي محبوب ماڌوءَ جي آهي، هو جڏهن هتي اچي تہ هيءَ امانت کيس ڏجو." (ص:18_19)

جڏهن لال حسين جي وفات کي تيرهن سال ٿيا تہ ماڌو هندستان کان لاهور موٽي آيو ۽ لال حسين جي گاديءَ تي ويٺو. ان مهل الله پاڪ جي قدرت سان هو لال حسين جو همشڪل بڻجي ويو. لال حسين جا جهونا دوست چوندا هئا تہ لال حسين پيو جنم ورتو آهي. ماڌو لال 73

ورهين جي ڄمار ۾ 22 ذوالحج تي وفات ڪئي. ڪيس لال حسين جي پير ۾ دفن ڪيو ويو. جيئن جيئري هڪ هئا، تيئن مرڻ کان پوءِ به عاشق ۽ معشوق هميشه لاءِ هڪ ٿي ويا.

لال حسين جا 16 خليفا هئا، جن مان ڇئن کي ”شاهه غريب“ چيو ويندو آهي. ڇئن کي ”ديوان“ جو لقب مليل آهي. يعني ماڌو ديوان، گورک ديوان، بخشي ديوان، الله ديوان، ٽن کي خاڪي سڏيو ويندو آهي، يعني مولابخش خاڪي، خاڪي شاهه وزير آبادي، حيدربخش خاڪي، ڇئن کي بلاول چيو ويندو آهي. يعني شاهه رنگ بلاول، ڀڏو بلاول، شاهه بلاول ۽ شاهه بلاول دکني. ان ڳالهه تي تحقيق ٿيڻ گهرجي ته ”شاهه غريب“، ”خاڪي“ ”ديوان“ ۽ ”بلاول“ مان ڪهڙي مراد آهي؟ خاص طور ”بلاول“ لقب وارا خليفا وڌيڪ غور طلب آهن. ڇو ته سنڌ ۾ ماڌو لال حسين جي ولادت کان فقط 16 ورهيه اڳ مخدوم بلاول باغباني سنڌ دشمن قوتن سان مهاڏو اٽڪايو هو ۽ ظالمن کيس 929هه گهاڻي ۾ پيڙهايو هو. ٿي سگهي ٿو ته انهيءَ مردِ مجاهد جي مناسبت سان هن پنهنجي ڪن فدائين کي اهو لقب ڏنو هجي. اڄ به بلاول، بلاولي مناسبت سان، دشمن سان بهادريءَ سان وڙهڻ، وطن تان سر گهور ڪرڻ سبب بهادريءَ جي علامت بڻيل آهي.

ماڌو لال ملامتي مشرب وارو هڪ صوفي درويش هو. هو راڳ ۽ رقص جو شوقين هو. هن پاڻ کي ملامتي پوش ۾ پوشيده ڪري ڇڏيو هو. سندس چوڻ آهي ته ”علم حاصل ڪرڻ کان پوءِ ان تي عمل نه ڪرڻ کان نچڻ ڪڏڻ بهتر آهي، مان نه مقيم آهيان، نه مسافر، نه مسلمان، نه ڪافر.“

فقير هدايت علي نجفي تارڪ فرمايو آهي.

مان عاشقِ ديوانه، ڪافر نه مسلمان
مان بيخود و مستانه، ڪافر نه مسلمان
نا هندو نا مسلم نا گبر نه ترسا
سڀ ڪيش کان بيگانه، ڪافر نه مسلمان

پيمانہ بدست آهيان پيمان شڪستہ
پڻ ساڪنِ ميخانہ ڪافر نہ مسلمان
مان صوفيءِ دل صافي و منجھہ ڳُنج تصوف
منجھہ عاشقي افسانہ ڪافر نہ مسلمان
نہ شيعہ نا سُني آهي تارڪِ مسڪين
هم ساغر رندانہ ڪافر نہ مسلمان.

”ڪلامِ شاهہ حسين“ جي مترجم ضمير اظهر پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ ”شاهہ حسين جو پهريون خليفو ۽ نو مسلم محبوب مريد ماڌو گادي نشين ٿيو. مهاراجا رنجيت سنگھہ جي دور حڪومت ۾ ان جي هڪ راڻي جي زيراهتمام شاهہ حسين جي مزار تي بسنت جو هڪ ميلو لڳڻ شروع ٿيو. اهو ميلو ”ميلہ چراغان“ جي نالي سان مشهور آهي. ڪي ان کي شالامار جو ميلو بہ سڏيندا آهن. مهاراجا رنجيت سنگھہ جا سڀ درباري هاٿين ۽ گهوڙن تي سوار ٿي ڏسڻ ايندا هئا ۽ شاهہ حسين جي مزار تي نذرانا پيش ڪندا هئا. اهو ميلو اڄ بہ وڏي ڌوم ڌام سان ملهايو ويندو آهي. (ص 16_15)

شاهہ حسين ڪافيءَ جو وڏو شاعر هو. سندس دور مغل شهنشاهہ اڪبر جو دور آهي. اڪبر جي دور ۾ راڳ کي وڏي اهميت حاصل هئي. شاهہ حسين تي بہ ان جو اثر ٿيو. هو موسيقيءَ جو ماهر هو. سندس ڪلام مختلف راڳڻين تي مشتمل آهي. هن پنهنجو پيار ۽ محبت وارو پيغام عام ڪرڻ لاءِ راڳ ۽ شاعريءَ جو سهارو ورتو. ٻين صوفي شاعرن بہ اهائي واٽ ورتي آهي. سندس ڪافين ۾ عاجزي، انڪساري، نوڙت ۽ نماڻائي، دنيا جي بي ثباتي، دنيا کان بيزاري، الله پاڪ جو ذڪر، سچي عبادت جي هدايت، عشق و محبت جا مضمون عام جام نظر ايندا. سندس ڪجھہ ڪافيون اهڙيون آهن جن ۾ وحدت الوجود وارو نظريو نظر ايندو. ڪي ڪافيون عورت جي روپ ۾ چيون اٿس. ڪٿي محبوبہ ڪٿي گهر واري تہ ڪٿي هير جو روپ اختيار ڪيو اٿس ۽ حقيقي محبوب کي ساجن ۽ رانجهن جي پيارن نالن سان ياد ڪيو اٿس.

شاهہ حسين جون ڪافيون سڄي سنڌ ۾ مشهور آهن. سنڌي ڪافين جي بياضن ۾ شاهہ حسين جون ڪافيون موجود آهن. جڏهن محققن شاهہ حسين جو ڪلام ڪٺو ڪرڻ شروع ڪيو تہ لال حسين جون گهٽي ڪان گهٽيون ڪافيون ڪين سنڌ مان هٿ آيون. اڄ بہ شاهہ حسين جون ڪافيون سڄي سنڌ ۾ ڳايون وڃن ٿيون. خاص طور عابده پروين سندس ڪافيون ڏاڍي ذوق ۽ شوق سان ڳايون آهن. قيامت تائين سندس ڪافيون ڳائبيون رهنديون ۽ سندس مزار تي عقيدت مندن ۽ عاشقن جا ميڙا متل هوندا. ڇو تہ شهيد عشق جا مرقد مدامي روشن رهندا آهن. تارڪ فقير فرمايو آهي:

شهيد عشق جا مرقد مدامي رب ڪيا روشن
نہ مُلن جي مزارن تي ڏٺم تارڪ ڪڏهن ميلا

## مددي ڪتاب:

1ـ اولياءِ لاهور، محمد لطيف ملڪ، سنگ ميل، پبليڪيشنز لاهور 1962ع
2ـ تذڪره اولياءِ لاهور، مولانا محمد وارث ڪامل، مڪتبہ ماحول، ڪراچي
3ـ ڪلام شاهہ حسين (اردو نثري ترجمو) ضمير اظهر، اڪادمي ادبيات پاڪستان اسلام آباد 1989ع.
4ـ بزرگانِ دين، ڊاڪٽر ظهور الحسن شارب، امتياز بڪ ڊپو لاهور، 1988ع.
5ـ ڪلام شاهہ حسين، علامہ عالم فقري، پروگريسو بُڪس، لاهور 1994ع.

# سيدي موله
## هڪ سخي مرد صوفي بزرگ

تاريخ گواه آهي تہ جڏهن ڪنهن صوفي بزرگ وٽ، وقت جي حڪمران کي ماڻهن جا ميڙ نظر ايندا هئا تہ هو ايئن سمجهندو هو تہ اهو بزرگ سندس حڪومت جو خاتمو آڻيندو. تنهن ڪري ان تي ڪو الزام مڙهي ڪيس اڳواٽ ئي قتل ڪرايو ويندو هو. سنڌ ۾ صوفي شاهہ عنايت کي بہ انهيءَ بدگمانيءَ ۾ شهيد ڪيو ويو. حالانڪ هو غريبن مسڪينن جو چپر ڇانءَ هو. اهڙي ئي بدگمانيءَ سبب سيدي مولہ جهڙي سخي مرد ۽ صوفي درويش کي شهيد ڪيو ويو.

تاريخ فرشتہ جي مؤلف هندو شاهہ سيدي مولہ جي تعريف ڪندي لکيو آهي تہ "هن دهليءَ ۾ هڪ علمي مرڪز قائم ڪيو هو ۽ هڪ خيرات گهر پڻ قائم ڪيو هئائين، جتي فقيرن، درويشن ۽ مسافرن جي مدد ڪئي ويندي هئي." (تاريخ فرشتہ جلد اول ص 271)

سيدي مولہ اترين علائقن جو رهاڪو هو. هو بلبن جي ابتدائي دور ۾ دهلي آيو هو. سندس طور طريقا نرالا هوندا هئا. جمع جي ڏينهن جامع مسجد ۾ جمع نماز پڙهڻ ڪونہ ويندو هو. هونئن هو وڏو نيڪ نمازي هو مگر باجماعت نماز ادا ڪرڻ جي پابندي نہ ڪندو هو. مجاهدا ۽ رياضتون ڪندو رهندو هو. تن ڍڪڻ لاءِ فقط هڪ ڪپڙو ۽ چادر استعمال ڪندو هو. جانورن جي ماني گوشت سان کائيندو هو. شادي

ڪونہ ڪئي هئائين. وٽس ڪا ٻانهي يا نوڪر چاڪر ڪونہ هوندا هئا ڪڏهن بہ ڪنهن کان ڪا شيءِ ڪانہ ورتائين. پر سخاوت ۽ مهمان نوازي ايڏي ڪندو هو جو ماڻهو حيران ٿي ويندا هئا تہ هو ايڏي دولت ڪٿان ٿو آڻي. ڪن ماڻهن جو خيال هو تہ وٽس ڪيميا (سون ٺاهڻ) جو ڪو نسخو آهي يا سيميا (طلسم) جي علم جو ماهر آهي.

پنهنجي گهر جي سامهون هڪ ميدان ۾ هڪ عاليشان خانقاه ٺهرائي هئائين. جنهن تي هن هزارين رپيا خرچ ڪيا هئا. ان خانقاه ۾ ماڻهن کي کاڌو کارايو ويندو هو. بحري ۽ خشڪي رستي ڪيترائي مسافر ايندا رهندا هئا. جتي انهن کي بہ وقت کاڌو کارايو ويندو هو جنهن ۾ ڪيترائي لذيذ کاڌا مهمانن کي کارايا ويندا هئا. اهڙا کاڌا جيڪي وڏن اميرن ۽ نوابن کي بہ نصيب نہ ٿيندا هئا.

تاريخ فيروز شاهي جي مؤلف ضيا برني لکيو آهي تہ "مسافرن جي مهمان نوازيءَ لاءِ ٻہ ٻہ هزار مڻ ميدو پنج سؤ رڍن جو گوشت، ٻہ ٽي سؤ مڻ کنڊ ۽ سؤ ٻہ سؤ مڻ نباتاتون خريد ڪيون وينديون هيون. خانقاه تي سدائين مسافرن جو ميڙو متل هوندو هو. ظاهري طور وٽس ڪوبہ آمدني جو ذريعو ڪونہ هو. نہ ڪا جاگير، نہ ڪو وظيفو ۽ نہ وري پنهنجي عقيدت مندن کان ڪو نذر نياز وٺندو هو. جڏهن ڪو سامان خريد ڪندو هو تہ دڪاندار کي چوندو هو تہ "فلاڻي هنڌ پٿر پيو ٿئي ان جي هيٺان چانديءَ جا سڪا پيل هوندءِ وڃي کڻ." يا دڪاندار کي چوندو هو تہ فلاڻي هنڌ سِر هيٺان چانديءَ جا سڪا پيا اٿئي، وڃي کڻ." واقعي انهن کي اتان چانديءَ جا سڪا ملندا هئا. ايئن لڳندو هو ڄڻ اڄ ضرب خاني ۾ تيار ٿيا آهن." (ص 320)

مؤرخن لکيو آهي تہ سيد مولہ جڏهن دهلي وڃي رهيو هو تہ اجوڌن ۾ هو بابا فريد شڪر گنج جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ ٻہ ٽي ڏينهن اتي ترسيو. جڏهن دهلي وڃڻ لاءِ موڪلائڻ لڳو تہ بابا فريد کين چيو تہ "سيدي! تون دهلي وڃي رهيو آهين، چاهين ٿو تہ آئي وئي لاءِ دروازو کليل رکان، سخاوت ڪري، نيڪ نامي حاصل ڪريان. اها چڱي ڳالهہ

آهي، جنهن ۾ تون پنهنجي بهتري ۽ ڀلائي سمجهين اهي ڪم ڪندو رهه. پر منهنجي هن نصيحت تي ضرور عمل ڪجانءِ، اها هيءَ آهي ته وقت جي بادشاهن ۽ اميرن سان ميل جول نه رکجانءِ ۽ پنهنجي خانقاه ۾ انهن جو اچڻ پنهنجي لاءِ خطرناڪ سمجهجانءِ. ان ڪري ته جيڪو درويش بادشاهن ۽ اميرن سان ميل ميلاپ جا دروازا کوليندو آهي، سو پنهنجي عاقبت خراب ڪندو آهي."

بلبن جي دور ۾ ته سيدي موله ايڏي سخاوت ڏيکاري نه سگهيو پر معزالدين ڪيڪباد جي ڏينهن ۾ هن خوب سخاوت ڏيکاري ۽ وتس ماڻهن جي اچ وڃ به ڏينهون ڏينهن وڌندي رهي سلطان جو وڏو پٽ خان خانان سندس معتقد هو. تنهن ڪري ان جا امير ۽ ڪارڪن سيدي موله جي خدمت ۾ ايندا رهندا هئا. قاضي جلال ڪاشاني جيڪو وڏو قاضي هو مگر وڏو فتني باز شخص هو سو به سندس گهرو دوست ٿي ويو. قاضي صاحب کي ماني به سٺي ملي ۽ بادشاهه خاطر جاسوسي به ڪندو رهيو. ان کان علاوه بلبن جا مٽ مائٽ، جيڪي نوابن ۽ اميرن جو اولاد هئا، مگر عهد جلالي ۾ مسڪين، بيڪس ۽ بيحال بڻجي ويا هئا، ڪوتوال برختن ۽ هٿيا پائڪ جيڪي وڏا پهلوان هوندا هئا. جن کي بلبن جي زماني ۾ هڪ لک وظيفو ملندو هو. تن جو جلال الدين جي دور ۾ وظيفو بند ٿي ويو هو ۽ ٻيا ڪيترائي معزول اڪابر سيد موله جي خانقاه تي ايندا رهندا هئا. رات جو اتي آرام ڪندا هئا، صبح جو ڪجهه ڏوڪڙ وٺي هليا ويندا هئا. سندن مسڪيني حال هو ڪين سٺي ماني کان سواءِ عزت ملندي هئي ۽ چار پئسا به ملندا هئا، تنهن ڪري هو اڪثر خانقاه تي ايندا رهندا هئا. سيدي موله جڻ سڀني جو ڇپر ڇانءُ هو.

آخرڪار بادشاه کي قاضي ڪاشاني وڃي ٻڌايو ته بلبي خانزادا، ڪوتوال، برختن ۽ هٿيا پائڪ رات جو سيدي موله وٽ وڃي رهن ٿا. هنن سازش سٽي آهي ته جلال الدين کي قتل ڪري سيد موله کي خليفو

ٻڌايو ويندو ۽ سلطان ناصرالدين جي ڏيءَ سان سندس نڪاح ڪيو ويندو ۽ ٻيا درٻاري عهدا ٻلني خانزادن ۾ ورهايا ويندا.

تاريخ فيروز شاهي جي مؤلف برني جي تحرير موجب، ڪوتوال برختن ۽ هٿيا پائڪ سِتَ ستي ته سلطان جلال الدين جڏهن سوار ٿي محلات کان ٻاهر نڪرندو ته هو ٻئي فدائين وانگر حملو ڪري کيس قتل ڪري ڇڏيندا.

تاريخ مبارڪ شاهي جي مؤلف لکيو آهي ته، "سلطان جلال الدين خلجي جي ناني سيدي موله تي الزام هنيو ته هو ۽ ٻه ٻيا امير پاڻ ۾ ملي حڪومت جو خاتمو ڪرڻ گهرن ٿا. تنهن ڪري سيد مولا، هٿيا پائڪ ۽ برختن کي هڪ ئي ڏينهن گرفتار ڪيو ويو. سلطان سندس صلاح تي انهن سيني کي گرفتار ڪري قيد ۾ وجهي ڇڏيو نيٺ هڪ ڏينهن انهن سيني کي سلطان جي سامهون پيش ڪيو ويو. مڙني اها ئي ڳالهه ڪئي ته اسان بيگناهه آهيون.

پراڻي زماني ۾ اهو رواج ڪونه هو جيئن اڄ پوليس جوابدارن کي طرح طرح جا عذاب ڏيئي ڏوهه باسرائيندي آهي، تنهن ڪري اهو فيصلو ڪيو ويو ته باهه جو وڏو مچ ٻارايو وڃي ۽ هنن کي چيو وڃي ته ٽانڊن تان لنگهن، ان طرح سچ ڪوڙ جي خبر پئجي ويندي. تاريخ جي دور کان اڳ ايران ۾ اهو رواج هوندو هو. ته اهي ڏوهي جيڪي ڏوهه نه باسيندا هئا، تن کي ٽانڊن مٿان هلڻ جو حڪم ڏنو ويندو هو ڪوڙا ماڻهو باهه تي هلڻ جي پؤ کان پنهنجو ڏوهه باسيندا هئا. فردوسي به سياوش ۽ سودا جي داستان ۾ اها ڳالهه بيان ڪئي آهي. سنڌ ۽ بلوچستان ۾ به اهو رواج صدين کان موجود آهي، جنهن تي اڄ به ڪٿي ڪٿي عيمل ڪيو ٿو وڃي، جنهن کي "چرپيلي" سڏيو ويندو آهي.

مقرر ڏينهن تي وڏو مچ مچايو ويو. بادشاهه شهر جا معزز ماڻهو ملان، قاضي ۽ مشائخ اچي گڏ ٿيا. ان کان علاوه عام ماڻهو به اچي ڪٺا ٿا. ماڻهن جو وڏو ميڙ مچي ويو. ڏوهين کي ٽانڊن تي هلڻ کان اڳ سلطان عالمن کان فتوي گهري. عالمن چيو ته بادشاهه سلامت! هيءَ

طريقو شريعت جي خلاف آهي باهه ساڙڻ واري شيءِ آهي جنهن جي خاصيت ئي ساڙڻ آهي. سا سچ ڪوڙ جو فيصلو ڪيئن ڪري سگهندي. تنهن ڪري اها ڳالهه رد ڪئي وئي. قاضي جلال جنهن جاسوسي ڪئي هئي، تنهن کي انعام طور بدايون جو قاضي مقرر ڪيو ويو. هو اوڏانهن هليو ويو. خانزادن ۽ ملڪ زادن يعني اميرن کي جلاوطن ڪيو ويو ۽ سندن ملڪيتون ضبط ڪيون ويون باقي برختن، هٿيا پائڪ ۽ سيدي موله کي قيد ڪيو ويو.

تاريخ مبارڪ ساهي جي روايت موجب ٽن ڏينهن بعد جمع نماز کان پوءِ دهليءَ ۾ وڏن اميرن کي دعوت ڏيئي گهرايو ويو. شاهي محل ۾ عدالت جو اهتمام ڪيو ويو. سيدي موله ۽ سندس ساٿين کي گهرايو ويو. سلطان جيڪو هڪ جهروڪي ۾ ويٺو هو. تنهن سيدي موله کي چيو ته "درويشن جو حڪومت جي ڪاروبار ۽ سلطنت جي معاملن سان ڪهڙو واسطو؟" سيدي موله ڪو جواب ڪونه ڏنو. ان کان پوءِ سلطان هٿيا پ ائڪ کان هن ڳالهه جي حقيقت پڇي. هن چيو ته مالڪ يوم الدين جو قسم. مون تي ڪوڙو الزام ڏريو ويو آهي، منهنجو دامن اهڙن بچڙن ڪمن کان پاڪ آهي." سلطان ڪاوڙمان جلاد کي حڪم ڪيو ته هن کي گرز هڻي ماري ڇڏ. ان کان پوءِ هن امير هندو پٽ ترڪي کي هاٿي جي پيرن هيٺان ڏيڻ جو حڪم ڪيو جيڪو هاٿي جي پيرن هيٺان چيپاڄي مري ويو.

سڀ کان آخر ۾ هن اتي موجود قلندرن ۽ بين درويشن کي مخاطب ٿي چيو ته. "توهان سيدي موله کي ڇو نٿا سڌو ڪيو؟" اهو ٻڌي هڪ حيدري درويش ۽ ٻه قلندر ڇريون کڻي اڳتي وڌيا ۽ ان پاڪباز سيدي موله جي ڏاڙهي کان وٺي ڏونڌاڙا ڏنا. هڪ ڪيس سيني تي سوئو وهائي ڪڍيو. سيدي ويچارو ڪُڪين تي هٿ ڏيئي اتي ئي ويهي رهيو. پوءِ هڪ ٻئي همراه پٽر کڻي سيدي موله جي مٿي تي نڪاءُ ڪڍايو. ان کان پوءِ سلطان جي وچين پٽ ارڪلي خان فيل

بان کي اشارو ڪيو تہ هاتي اڳتي ڪاهي اچ. هاتي حملو ڪري سيدي مولہ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو.

چون ٿا تہ هو ان وقت استغفار پڙهي رهيو هو. ان خونخوار واقعي کان هڪ مهينو اڳ سيدي مولہ هي شعر پڙهندو ۽ ڪلندو رهندو هو.

در مطبخ عشق جز نكو را نكشند
لاغر صفتان و زشت خوار نكشند
گر عاشق صادقى ز كشتن مگريز
مرد مردار بود هر آنچه اورا نه كشند.

(ترجمو: عشق جي بورچيخاني ۾ سٺن ماڻهن کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي يعني ڪمزور ۽ ڪنن شخصن کي ڪُنو نہ ويندو آهي، تنهن ڪري جيڪڏهن تون سچو عاشق آهين تہ ڪُسڻ کان ڪنڌ نہ ڪڍ، ڇو تہ هتي جنهن شخص کي ڪُنو نہ ويندو تہ اهو مردار سمجهيو ويندو.) (ص 139)

تاريخ فيروز شاهي جي مؤلف برني لکيو آهي تہ "جنهن ڏينهن سيدي مولہ کي قتل ڪيو ويو، ان ڏينهن اوندهہ انڌوڪار ٿي وئي. تيز طوفان آيو. آسمان ڪارو ٿي ويو. ماڻهن ۾ وڏو خوف ۽ هراس پکڙجي ويو. جلال الدين جي حڪومت ڪمزور ٿيڻ شروع ٿي. بزرگن جو چوڻ آهي تہ ڪنهن درويش جو قتل نحوست آڻيندو آهي ۽ اهو ڪنهن بادشاهہ لاءِ سٺو سنوڻ ثابت نہ ٿيندو آهي. جنهن سال سيدي مولہ کي قتل ڪيو ويو، بارش نہ پوڻ سبب ڏڪار پئجي ويو. ڪيترن ئي ماڻهن بک وگهي جنما نديءَ ۾ ٽپو ڏيئي پاڻ کي ٻوڙي ڇڏيو.

انهيءَ واقعي کان ڪجهہ سال پوءِ جلال الدين خلجيءَ جو پاٽتيو ۽ ناٺي ڪنهن ڳالهہ تان ناراض ٿي يا خوف سبب الهہ آباد ۾ رهڻ لڳو. بادشاهہ کيس پرچائڻ ۽ واپس موٽي اچڻ لاءِ ڏاڍيون ڪوششون ڪيون، پر هو راضي نہ ٿيو. علاؤالدين کيس چورائي موڪليو تہ توهان پاڻ هتي اچو ۽ هن غلام کي قيديءَ جي صورت ۾ واپس وٺي وڃو. هن پنهنجي خط ۾ کيس اهو بہ لکيو موڪليو تہ مون اوهان لاءِ سون ۽ هيرا جواهر گڏ

ڪري رکيا آهن سي بہ اوهان کي ڏيئي ڇڏيندس. (اهي هيرا جواهر ۽ سون هن ديوگير ۾ ڦرلٽ ڪري هٿ ڪيا هئا.)

جلال الدين هڪدم الھ آباد روانو ٿيو علاؤالدين ماڻڪ پور ۾ سندس انتظار ڪري رهيو هو. جيئن ئي جلال الدين ويجهو پهتو تہ علاؤالدين سندس استقبال لاءِ اڳتي وڌي اچي سندس قدمن تي ڪِريو. اهو عصر جي نماز جو وقت هو ۽ رمضان شريف جي 17 تاريخ هئي. سلطان جلال الدين پيار محبت ۽ شفقت وچان سندس پيشانيءَ تي چُمي ڏني چيائينس تہ مون توکي پنهنجي ٻچن وانگر پاليو آهي آءٌ تنهنجي پيءُ جي جاءِ تي آهيان، پوءِ بہ مون کان ڊڄين ٿو. ڪيس هٿ کان وٺي هلڻ لڳو تہ علاؤالدين سندس هٿ مضبوطيءَ سان سوگها ڪيا ۽ علاؤالدين جي هڪ سپاهي محمود سالم سلامدار ترار جي هڪ وار سان ڪيس قتل ڪري ڇڏيو. اهو ڏسي جلال الدين جا ٻيا امير وٺي ٻيڙيءَ جي طرف ڀڳا. علاؤالدين هڪدم ٻيڙيءَ جو پڳهہ جهلي ورتو. ڪن پاڻ کي درياھ ۾ اڇلايو. ڪن کي قتل ڪيو ويو ان کان پوءِ علاؤالدين اسڪندر ثاني السطان العمظم، علاؤ الدنيا والدين محمد شاھ خلجي جي نالي ۽ لقب سان هندوستان جو بادشاھ بڻيو.

ارڪلي خان، جنهن سيدي مولہ کي هاٿي جي هيٺان ڏيئي چيچلائي ماريو هو علاؤالدين ان کي گرفتار ڪرائي، سندس اکين ۾ گرم سرائي وجهي انڌو ڪري عمر ڀر قيد ۾ رکيو نہ فقط ارڪلي خان کي اها سزا ڏني وئي، پر علاؤالدين پنهنجي چاچي جلال الدين خلجيءَ جي سمورن وارثن کي پڻ قتل ڪرائي ڇڏيو. اهو آهي ڪنهن درويش کي ناحق قتل ڪرائڻ جو نتيجو ۽ اهوئي آهي اقتدار جو انڌو نشو.

## مددي ڪتاب

(1) تاريخ فيروز شاهي، ضياءالدين برني (اردو ترجمو) اردو سائنس بورڊ لاهور.
(2) تاريخ مبارڪ شاهي، يحيٰ سرهندي (اردو ترجمو) اردو سائنس بورڊ لاهور.
(3) تاريخ فرشتہ سيد محمد قاسم فرشتہ (اردو ترجمو) شيخ غلام علي اينڊ سنز لاهور.
(4) مسلم ثقافت هندوستان ۾، عبدالمجيد سالڪ.

***

# قلندرن جا مختلف مسلڪ

هن مقالي مان اسان جو مقصد آهي تہ قلندرن ۽ انهن جهڙن مسلمانن جي ٻين مذهبي گروهن جي ڪار گذارين جو اهو احوال معلوم ڪريون، جنهن جي دهلي سلطنت جي فارسي ادب ۾ تصوير چٽي وئي آهي. ان سلطنت سان واسطو رکندڙ صوفين سڳورن جي تذڪرن وارو ادب اهڙن دلچسپ واقعن ۽ حڪايتن سان ڀريو پيو آهي. خاص طور تي سندن ملفوظات واري ادب جي انهيءَ زوردار روايت ۾ صوفي بزرگن ۽ شيخن جي گفتگو قلمبند ڪئي ويندي هئي ۽ سندن آداب ۽ اخلاق ۽ اٿڻ ويهڻ جا طريقا ٻڌايا ويندا هئا. دهلي سلطنت جي اها روايت ايران ۽ اسلامي دنيا جي ان دور سان واسطو رکندڙ ٻين قومن جي ڀيٽ ۾ گهڻو اڳتي وڌيل ۽ شاهوڪار هئي.

انسائيڪلو پيڊيا آف اسلام ۾ قلندرن تي لکيل يزيقيءَ جي مضمون يا (١) جمال الدين ساوي جي مناقب واري شاعريءَ واري مقالي پڙهڻ مان معلوم ٿيندو تہ هتي دهليءَ جي سلطنت ۽ ان دور ۾ اسلامي دنيا جي ٻين علائقن ۾ اهڙي قسم جا صوفي بزرگ موجود هئا، جن جي فڪر ۽ ڪارڪردگيءَ ۾ هڪجهڙايون هيون. پر مون کي افسوس آهي، جو مان هن مقالي جو دائرو وچ مشرق جي انهن قلندرن تائين پکيڙي نٿو سگهان، جيڪي ان وقت ڏکڻ اولهہ ايشيا جي ملڪن ۾ سڪونت اختيار ڪري چڪا هئا. اسان جو هتي قلندرن جي مذهبي رتبي ۽ تجربن سان ڪو تعلق ڪو نہ آهي ۽ نہ وري اسين انساني

معاشري ۾ سندن آداب ۽ اخلاقي قدرن جي ڪارائتي هئڻ يا نه هئڻ سان ٻڌل آهيون. اسين پروفيسر آر. سي. زائنر (R.C. Zaehner) جيان ان ڪوشش ڪان به پاسو ڪنداسون، ته اسين اهڙن بزرگن جي صوفي تجربن کي آداب ۽ اخلاق جي ڪنهن ڪسوٽيءَ تي پرکيون. ڇاڪاڻ ته اهي تجربا بلڪل شخصي ۽ ذاتي تجربا هئا. بهرحال اسان کي فقط اهو قبول ڪرڻو پوندو. ته قلندر بين عام (شريعت جي پابند) نفس ڪُش صوفي بزرگن وانگيان پنهنجي طبيعتن ۾ وڏي رفعت ۽ حال محسوس ڪندا هئا. اها حال جي ڪيفيت ڪڏهن ته ٿوري خُمار يا نشي سان حاصل ٿيندي هُين، پر ڪڏهن فڪر ۽ استغراق سان يا پنهنجو پاڻ کي پنهنجي خاص عمل سان هپناٽائز ڪرڻ جي طريقن (Auto hypnotic techniques) سان وجداني ڪيفيت پيدا ڪري وجهندا هئا. هتي اسان جو واسطو قلندرن ۽ انهن ماڻهن سان آهي، جن پنهنجي تصنيفن ۾ قلندرن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ معاشرتي سببن ڪري ساڻن لهه وچڙ ۾ آيا. اسين ڏسنداسين ته اهي هڪ ٻئي تي ڪيترو اثر انداز ٿيا. يا سندن باهمي تعلق مذهبي روايتن جي بجا آوريءَ ۾ ڪيتري قدر سودمند ثابت ٿيو. ان کان پوءِ اسين هن مقالي ۾ مختلف ڪتابن جي مطالعي جي مدد سان قلندرن جي قصن ڪهاڻين کي جاچي ڏسنداسون، ته جيڪي توڙي جو سچائيءَ ۽ تاريخي پس منظر موجب نظر ايندا. پر ان هوندي به، اهو ڇٽو ڏسڻ ۾ ايندو ته اهڙن قصن بيان ڪندڙن انهن مان ڪهڙو سبق پرايو ۽ اهي قصا ماڻهن تائين پهچائڻ ۾ سندن ڪهڙو مقصد هو.

دهلي سلطنت ۾ اهڙن مختلف قسم جي درويشن جي لاءِ ڪيترائي اصطلاح مروج آهن، جن کي جديد دور ۾ بي شرع (٢) يا غير شرعي سڏيو ويندو آهي. جيتوڻيڪ حقيقت اها آهي ته اهو اصطلاح انهن تي پورو نهڪي ڪو نه ٿو اچي. اهڙي قسم جي درويشن کي جدا هيئت، الڳ پوشاڪ آهي ۽ کين ڪن بين علامتن جي ڪري بين عام (آرٿوڊاڪس) صوفي بزرگن کان ڌار ڪري سگهجي ٿو ڇو ته اهي بين

عام مسلمانن جي ابتڙ مذهبي فرائض يا نفل يا تراويحن کان ٿهي پڇندا آهن. وڏي ڳالهہ تہ گهڻو ڪري ظاهر ظهور اهڙا ڪم ڪندا آهن، جي ڇرڪائيندڙ ۽ اخلاقي دائري کان ڪريل هوندا آهن.

دهلي سلطنت جي تصنيفن ۾ جن ٽولن جو ذڪر اچي ٿو تن کي ڇڙن ياڳن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: قلندر، حيدري، جواليق (يا جولقي، ڳوڻ جا ڪپڙا پائڻ وارا) ۽ موالي. موالي مسلڪ جي پيئنن بابت اسان کي تمام گهٽ خبر آهي. دهلي سلطنت جي اسلامي زندگيءَ بابت جديد ليکڪ، موالين بابت ڪا معمولي ڄاڻ بہ نہ ٿو رکي، جيتوڻيڪ انهن موالين جو ان وقت جي سياست تي چڱو خاصو اثر هو.

قلندر جو اصطلاح تمام پراڻو آهي، پر هڪ مسلڪ جي حيثيت سان قلندر جي طريقي جي سڃاڻپ گهڻو پوءِ جي ڳالهہ آهي. جيڪڏهن بابا طاهر عريان جي مقامي لهجي ۾ چيل دوبيتين مان ڪنهن هڪ جي صحت تي بہ اعتبار ڪجي، تہ ان اعزاز لاءِ هيئين دوبيتيءَ کي مستحق ڪري ميجبو جنهن ۾ هن پاڻ کي هڪ قلندر ڪري سڏيو آهي:

مون آن رندم ڪي نامم بي قلندر۔ نہ خان ديرم نہ مان ديرم نہ لنگر،
چو روز آيد بگردم گرد گيتي — چو شو گردن بہ خشتي و انهم سر.

”مان هڪ رولاڪ آهيان، جنهن جو نالو قلندر آهي. مون کي نہ گهر آهي، نہ سامان نہ رڌلو آهي. جڏهن ڏينهن ٿئي ٿو تہ مان ڌرتيءَ جي چوڌاري چڪر (ڦيرا) ٿو ڏيان، جڏهن رات (ڦري موٽي) اچي ٿي تہ پنهنجو سِرُ سِرَ مٿان رکي ٿو ڇڏيان.“

هن حقيقت مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ يارهين صديءَ ڌاري خراسان ۾ ”قلندر“ جو اصطلاح مفلس، پراڻن لٽن پاتل هڪ سيلاني فقير لاءِ ڪتب ايندو هو. کيس ديني ڄاڻ گهٽ هوندي هئي ۽ هو اسلامي فرضن جي پابنديءَ ۾ سست هوندو هو. پر افلاس ۽ غربت ڪري مشهور ۽ معروف هوندو هو. جيڪو ”فقر“ واري نظريي جي بلڪل اوڏو هوندو

هو ۽ ان روايتي صوفيءَ کان بلڪل پري هو. جيڪو مهمان سراين ۾ ڪُپ ڪوڙي تڪيو پيو هوندو هو.

قلندرن جي گهٽائيءَ جي تائيد مشهور صوفي شيخ فريد الدين عطار جي ڪتاب "منطق الطير" ۾ چاٽايل هڪ حڪايت مان ٿئي ٿي. اها تصنيف 1177ع/ ۵۷۳ھ کان اڳ جي نہ آهي. ان حڪايت مطابق عرب جو هڪ رهاڪو جڏهن عجم (ايران ۽ پسگردائي وارا فارسي ڳالهائيندڙ علائقا) ۾ اچي نڪتو تہ اتان جون اوپريون ۽ اچرج جهڙيون رسمون ۽ رواج ڏسي عجب ۾ پئجي ويو هو. هن سفر ۾ هن ڏاڙهي مڇون ڪوڙيل قلندرن جو ٽولو ڏٺو جن جهڙو هن ڪڏهن بہ ڪو نہ ڏٺو هو. پوءِ هو پنهنجو مٿو ۽ ڏاڙهي ڪوڙائي قلندرن جي ان ٽولي سان رلي ملي ويو ۽ بدعتي ڪمن ۾ ساڻن شريڪ ٿي ويو. پر قلندرن جي ان ٽولي ساڻس ڏاڍو برو سلوڪ ڪيو ۽ وطن موٽائڻ کان اڳ ڪيس ڏاڍو مارياٿون ۽ ڪُٽيائون ۽ جيڪي بہ وٽس هو سو ڦري لٽي پالهو ڪري ڇڏيائونس. انهيءَ قصي مان ائين محسوس ٿئي ٿو تہ قلندرن جي ان ٽوليءَ جو ٻارهين صديءَ جي ٽين چوٿائيءَ واري خراسان سان تعلق هو ۽ ان وقت تائين هو اڃا وچ مشرق ۾ ڪو نہ پکڙيا هئا. ان دور ۾ سندن ڪردار شريعت کان پري ۽ اڻ سڌريل ماڻهن جهڙو هو ۽ بلڪل انهن تيرهين صديءَ جي ماڻهن جهڙو جن جا اوصاف اسين هن مقالي ۾ بيان ڪنداسون. جيڪي ڏاڙهي مڇون، مٿو ۽ ڀرون پڌر چٽ ڪرايو ڦرندا وتندا هئا.

دهلي سلطنت جي مصنفن جيڪي قلندرن، جواليق يا هندستان کان ٻاهر وارن فقيرن جي مشغولين بابت لکيو آهي، تن مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ طريقي، سلسلي، طائفي ۽ مشرب جي لحاظ کان اهي پاڻ ۾ لاڳاپيل هئا ۽ اهو سندن تعلق وارو سلسلو بہ تازي دور سان واسطو رکي ٿو. حالتن مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ انهن جي سلسلن ۽ طريقن جي ڳانڍاپي جي شروعات ٻارهين صديءَ جي ختم ٿيڻ وقت خراسان ۾ ٿي هئي. تيرهين صديءَ جي شروعات ۾ انهن قلندري ٽولن جي اڳواٽي

مشهور معروف انسان شيخ محمد ابن يونس جمال ۽ سندس شاگرد قطب الدين حيدر ڪري رهيا هئا. شيخ محمد بن يونس قلندرن جي مشهور شيخ ۽اڳواڻ طور سڃاتو ويندو آهي ۽ قطب الدين حيدر، حيدري قلندرن جي فرقي يا سلسلي جو اڳواڻ ڪري مڃيو ويندو آهي. شام ۾ به قلندري ٽولن جي موجودگيءَ جي ثابتي ملي ٿي (۵). پر حقيقي طور ڏسجي تہ اهي قلندري ۽ حيدري، منگول فاتحن جي حملن کان پوءِ اسلامي دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ پکڙجي ويا. خاص طور منگولن جڏهن 1221ع ـ1220ع ۾ خراسان تي حملو ڪيو تہ جمال الدين ساوي ڀڄي وڃي دمشق ۾ پناهہ ورتي، جتي هن 1232ع ۾ وفات ڪئي. حيدر سندس معتقدن کي منگولن کان ڀڄي جان بچائڻ جو مشورو ڏنو هو ۽ پاڻ بہ اهڙو ڀڳو جو وري ڪاٿي بہ نظر نہ آيو (٦). 1235ع کان ٿورو اڳ دهليءَ ۾ هڪ قلندر شيخ خضر روميءَ (۷) جو پتو پوي ٿو. مورخ برنيءَ جي حوالن مطابق، 1279ع (۸) کان ٿورو اڳ بنگال جي باغي گورنر جنرل وٽ بہ ڪو قلندر موجود هو. بلبن جي زماني (٦٨٦هہ ـ٦٦۴هہ) ۾ هڪ قلندر (۹) سيدي مولا دهليءَ آيو هو ۽ اتي اچي خانقاهہ قائم ڪئي هئائين. شيخ ابوبڪر طوسيءَ (۱۰) حيدري سلسلي جي خانقاهہ قائم ڪئي هئي. جلال الدين فيروز خلجي جي وفات کان اڳ ۾ (٦۹۵هہ ـ ٦٨۹هہ) اها خانقاهہ مشهور ۽ معروف ٿي چڪي هئي. (۹) سلطان علاءُ الدين خلجي جي زماني (۷۱۵ـ٦۹۵هہ) ۾ سندس خانقاهہ تي وڏو لنگر جاري هو ۽ ان لنگر جو نگهبان رمضان نالي هڪ قلندر هو. (۱۱)

دهليءَ جي سلطنت جي ادبي حوالن مطابق قلندر، حيدري ۽ جولقيءَ جا اصطلاح هڪ ٻئي ۾ تبديل ڪو نہ ٿيندا آهن. اهڙيءَ ريت سندن سلسلي کي هيئن بيان ڪري سگهجي ٿو تہ حيدري ۽ جولقي قلندر بڻجي سگهن ٿا پر قلندر حيدري ۽ جولقي بڻجي نٿو سگهي. جنهن جو مطلب اهو ٿيو تہ قلندر قطب الدين حيدري يا جولقي (جوالن جو ڪوري يا جواليق يا دلق) جو پوٹلگ (۱۲) ٿي ڪو نہ ٿو سگهي. جڏهن اسان قلندرن ۽ حيدرين يا قلندر ۽ جولقين کي هڪ گڏيل اصطلاح ۾

استعمال ٿيندو ڏسون ٿا تہ انهن ٻنهي اسمن کي ساڳيءَ معنيٰ ۾ ڪم ايندو بہ ڏسون ٿا. ٻيءَ ويجهيءَ معنيٰ وارا لفظ "آهَنَ پوش" Wearer of Iron يعني لوهہ پائيندڙ ۽ "چرم پوش" Wearer of Leather يعني چم پائيندڙ آهن. جيڪي ساڳي معنيٰ ۾ استعمال ڪيا ويندا آهن.

قلندرن جي شڪل ۽ صورت ۾ واضح فرق اهو هوندو آهي تہ اهي پنهنجون مڇون، ڏاڙهي، ڀرون ۽ مٿو ڪوڙائي شيخ جمال الدين جي پيروي ڪندا آهن. اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ انهن اهو طريقو صفائي ۽ صحت جي ڪارڻ ڪيو هجي ۽ پنهنجي جان جي صفائي جيوڙن جراثيمن کان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ ڪندا هجن. ڇاڪاڻ تہ سندن لٽا ڪپڙا ڦاٽل ۽ ميرا هوندا هئا. مشڪل حالت ۾ سفر ڪندا رهندا هئا ۽ سندن گذران بہ ٻِن جي ٽڪرن تي هوندو هو. "خير المجالس" جو بيان آهي تہ ڪي قلندر نہ ڪپڙو پهريندا آهن، نہ وري خرقہ ڍڪيندا آهن پر ڪمبل جو ٽڪر ويڙهيندا آهن، هيٺ لنگوٽي چڙهيل هوندي اٿن (١٣). برنيءَ سندن پاتل جي ڪپڙن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ اهو بہ چيو آهي تہ اهي گيڙو لباس بہ پائيندا آهن. جيڪو هندستان ۾ عام طور تي سنياسي فقير ڍڪيندا آهن (١۴). لوهہ ۽ چم پائڻ سندن مرضيءَ تي ڇڏيل هو تہ هو پائن يا نہ پائن. امڪان اهو بہ آهي تہ قلندرن جي جولقي فرقي تي چم پائڻ جي ڪري مٿن اهو نالو پيو هجي، جيئن اسان مٿي ڏيکاري آيا آهيون تہ "چرم پوش" جي معنيٰ ئي قلندر آهي، قلندر ڪي پاڻ سان هڪ پاڪي ۽ سُئو ساڻ هوندو هو. جيئن هو جوال کي ڪپي ۽ سبي پائي سگهن. ساڳئي وقت حيدري قلندر جيڪڏهن سيدي مولہ مٿان حملو ڪن تہ مذڪوره ٻئي شيون حملي آورن خلاف هٿيار طور بہ استعمال ڪن (١٥). ساڳيءَ ريت ڪشڪول کان هٿيار جو ڪم ونندا هئا. جيئن قلندرن جي هڪ قصي ۾ واضح آهي تہ هڪ قلندر، شيخ بدر الدين اسحاق کي حملي دوران ڪشڪول هٽي ڪڍيو هو (١٦). هندستان ۾ چوٿين صدي جي پڇاڙي ۾ پنهنجا نشان، جهنڊا ۽ دهل دمامہ کنيو گهمندا وتندا هئا. ان زماني ۾ انهن قلندرن

هڪ قسم جي پنهنجي عليحده زبان جوڙي هئي.

حميد قلندر، قلندرن جي مختلف فرقن جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪي سندن مرشد شيخ نظام الدين چشتي دهلويءَ جي خانقاهہ ۾ رهندا هئا، جنهن خانقاهہ کي حميد دولت- پيرِ من ٿو ڏسي. هن ۽ ٻئي هنڌ ڪاتي قلندرن کي صوفين کان درجي ۾ متاهون ۽ اعليٰ سڏيو آهي ۽ حيدرين کي قلندرن کان الڳ فرقو ڪو نہ چيو آهي. هيءُ قلندرن جي منهن ۽ مٿي جي وارن ڪوڙائڻ ۽ جسماني قرباني ڏيڻ جو ذڪر ڪري ٿو. هو ٻڌائي ٿو تہ ڪين مٿن تي پڳڙيون ۽ هيٺ مختصر لباس هوندو هو ۽ هو صوفين جهڙي روايتي صفائي رکندا هئا. موالين ۾ پِتڪي ڪُتڪي جو ذڪر ڪري ٿو ۽ جولقين لاءِ چوي ٿو تہ اهي ڪنن ۾ والا پائيندا هئا (١٨).

ڏسڻ ۾ اهو اچي ٿو تہ قلندرن مان حيدري اهڙو فرقو هو، جيڪو لوهہ گهڻ پائيندو هو. اهڙيءَ ريت حقيقت سان لاڳاپيل شيخ نظام الدين هڪ ڳالهہ قلمبند ڪئي آهي تہ ڪنهن آڳاتي زماني جي قلندر قطب الدين باهہ ۾ تپي ڳاڙهي ٿي ويل لوهہ کي پنهنجي هٿن سان ٻيڻو ڪري چلو ٺاهيو هو. هن حقيقت مان اهو بہ معلوم ٿئي ٿو تہ قلندر لوهارڪو ڌنڌو بہ ڪندا هئا (١٩). سو هنن قلندرن کي پنهنجي منگي ڪائڻ کان سواءِ گهومائو لوهارڪو ڌنڌو بہ هوندو هو، جنهن سان پيٽ جو پورائو ڪري سگهندا هئا. پر هن نقطي تي، صوفين متعلق ادب، ڪجهہ بہ معلومات ۽ ڏس پتو ڪو نہ ٿو ڏئي. اهڙي قسم جو گهومائو لوهارڪو ڌنڌو رومنسي يا جپسي (بنجارا) قبيلا ڪندا هئا، جيڪي وچين دور ۾ سڄي يورپ ۾ پکڙجي ويا هئا. اهي سماجي ۽ مذهبي طور فرقن ۾ ورهايل هئا. بنجارا/لاڏائو (رومنسي يا جپسي) هندن جي گهٽ ذات سان تعلق رکندا هئا ۽ اتر هندستان جي ڊوم (Dome) قبيلن سان سندن رت جا رشتا هئا، جيڪي شِوَ ديوتا جون مذهبي رسمون بجا آڻيندا هئا ۽ پنهنجو پاڻ کي سفر ۽ سانگ تي هيرائي ڇڏيو هئائون. حيدري مذهبي نقطہ نگاهہ کان اسلام جا پوئلڳ هئا ۽ گهڻو ڪري

ڪنوارا گذاريندا هئا ۽ سندن سلسلو ماڻهن کي پرتي ڪري قلندر بڻائي قائم رکيو ويندو هو.

جيڪڏهن ڪن موقعن تي حيدرين کي پنهنجي پيٽ قوت لاءِ لوهارڪو ڌنڌو ڪرڻو پوندو هو تہ اهو بہ صحيح هو. ڏکڻ-اولهہ ايشيا ۾ حيدرين اتان جي حالتن مطابق مناسب ڌنڌو اختيار ڪيو هو. دکن جي رفائي قلندرن کي پنهنجو پاڻ مارڻ کان پوءِ پيتا طور چار پيسا ملندا هئا ۽ اهي مارڻ لاءِ نانگن ۽ ڳوهن مان قتڪا ناهي وڪڻندا هئا. انهن ڳوهن ۽ نانگن مان هڪ قسم جي دوا پڻ ناهي وڪڻندا هئا (٢٠). ويهين صديءَ جي شروعات ۾ قلندر ڏاڍي غريب مذهبي ٽولي سان تعلق رکندا هئا. رڇ ۽ پولا نچائي پيٽ قوت ڪمائيندا هئا. (٢١).

هڪ عرب سياح ابن بطوطہ چوڏهين صديءَ جي شروعات ۾ حيدري قلندرن جي ٽوليءَ کي اتر هندستان جي امروهہ شهر ۾ ڏٺو هو. سندس بيان ڪيل ہہ ريتيون بہ تبصري ڪرڻ جي لائق آهن.(٢٢) پهريائين هي ٻڌائي ٿو تہ حيدري ٽانڊبن جي مٿان اگهاڙا پير ڪري گهمندا هئا. مختلف سماجن ۾ باهہ مان پاڻ مرادو گذري وڃڻ بہ ڏسڻ ۾ اچي ٿو (٢٣). حيدري قلندرن ٽتل ڳاڙهي لوهہ کي ٻيٽو ڪري هٿ سان چلا بڻائڻ واري اٽڪل کي ٿورو اڳتي ترقي ڏياري هوندي. هن قسم جي ڪرتب حيدرين جو مخالف قلندري گروهہ ”موالين“ جو آهي، جن وٽ هن قسم جا ڪرتب عام جام ملن ٿا (٢٤).

ابن بطوطہ هڪڙو حيدري قلندر ڏٺو جيڪو پنهنجيءَ جان کي لوهہ سان سينگارڻ ڪانسواءِ مرداڻي عضوي جي مٿان لوهہ جو ڇلو چاڙهيو ويٺو هو. حيدري قلندرن جي اهڙن ڪرتبن جو ذڪر سورهين صديءَ جي تذڪره نويس جماليءَ پڻ ڪيو آهي. سماج ۾ اهرن ڪمن کي ڏيکارڻ جو مطلب اهو هيو تہ پنهنجي ڇڙواڳ جذبن مٿان ضابطو رکيو وڃي. اسين ڪدڙن کي ساڳيءَ صورتحال ۾ ڏسندا آهيون، جيڪي عورتن جا ڪپڙا پائي در در تي سٺن هڻندا آهن. شاديءَ ۽ پٽ ڄمڻ جهڙين خوشين ۾ گهورون ۽ پڳر وٺندا آهن.

مرداڻي عضوي ۾ لوهہ جا ڇلا چاڙهڻ جو رواج هندن ۾ بہ هو جنهن جو ذڪر ڏهين صديءَ جي عرب واپاري سليمان ۽ سترهين صديءَ جي يورپي سياحن بہ ڪيو آهي (٢٧). شاهدين مطابق اسين هن ڪم کي "هندستاني" چئي سگهون ٿا. جڏهن ابن بطوطہ حيدري قلندرن کي هندستان ۾ ڏٺو تہ کين هندستان ۾ رهندي هڪ سؤ سال گذري چڪا هئا ۽ قلندرن جي جيڪا پوئين پرتي هوندي، سا هندستاني نسل مان ڪئي وئي هوندي. ٻيءَ صورت ۾ وري اهي امڪانات آهن تہ وچ ايشيا ۾ سنياسي درويشن جي موجودگي هندستان جي پراڻن اثرن جي جڙ تہ رهي کهي باقيات آهي. ايل وي سُٽن ( El Well Sutton) ايران جي لوڪ داستانن ۾ قلندرن جي قصن جي مطالعي کان پوءِ هن راءِ جو آهي تہ قلندر وحشي ۽ بداخلاقيءَ جا مظهر هئا ۽ سندن هلت چلت اسلام کان اڳ ۾ خراسان ۾ شِوَ ديوتا جي جوڳين وانگي هوندي هئي (٢٨). هندستان جي سنياسي جوڳين جهڙا بہ قلندر رهندا هئا، جيڪي وار ڪوڙائيندا هئا، ڪنوارا رهندا هئا ۽ حياتيءَ سان لاڳاپو رکندڙ هر شيءِ پاڻ وٽ ڪو نہ رکندا هئا. جيڪڏهن هندو جوڳي يا سنياسيءَ جو ڪاتي اثر هو تہ اهو علائقو وچ ايشيا يا خراسان جو هو ۽ قلندر اهو اثر قبول ڪري بعد ۾ هندستان پهتا هئا (٢٩).

دهلي سلطنت جي تذڪرن ۾ موالين جو ذڪر ٻين بي شرع ٽولن جي مقابلي ۾ گهٽ ٿو ملي. پر تيرهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ سيدي مولہ جو ذڪر ملي ٿو جنهن پنهنجي دور ۾ دهليءَ ۾ اهم سياسي ڪردار ادا ڪيو هو (٣٠). اهو فرقو وچ مشرق ۾ اڳي ئي موجود هو. نفحات الانس ۾ بہ اهڙو ذڪر موجود آهي تہ ٧١٤هہ ۾ سليمان نالي هڪ ترڪمان موالي دمشق ۾ موجود هو (٣١). چوڏهين صديءَ جي آخر ۾ سهروردي طريقي جي مشهور بزرگ شيخ جلال الدين مخدوم جهانيان سمجهائيندي چيو آهي تہ انهن جو نالو نوحہ خواني يا سماع Lamen Tation جي شغل ۾ کٽي سگهجي ٿو (٣٢). حميد قلندر بہ اهڙي تائيد

ڪئي آهي ۽ شيخ نظام الدين جي تعارف ۾ لکيو اٿائين تہ سندس نوحہ خواني يا سماع دوران موالين جا وار ايا تي ويندا آهن (٣٣).

موالين جو ٽاڻدن تي گهمڻ جو حوالو سيد محمد گيسوئي جي گفتگو ۾ آيل آهي تہ سندس پيءُ سيد راجو قتال جي زماني ۾ دهليءَ ۾ هڪ سماع جي محفل منعقد ٿي هئي، جنهن ۾ موالي فقير بہ موجود هئا. جن پيرن جي ترين کي ڪا تيار ٽيل شيءِ مَلي ۽ ٽاڻدن مٿان نچڻ لڳا (٣٤). هن قسم جو واقعو سيدي مولہ جي زوال ۽ موت واري واقعي کي هٿي ڏئي ٿو. (برنيءَ جي حوالي موجب) اهڙي قسم جا حوالا اسان کي ٻڌائين ٿا تہ هن قسم جا قلندر موالي هندستان ۾ ٿورا هوندا هئا. خاص طور تي چوڏهين صديءَ ۾. پر بلبن (٦٨٦هه_٦٦٤هه) جي دوران يا ان کان اڳ واري زماني ۾ انهن قلندرن جو هندستان ۾ ڪو ڏس پتو ڪو نہ ٿو ملي.

دهليءَ جي سيدي مولہ جي ڳالهہ اسان کي چوڏهين صديءَ جي ٻن تاريخي ذريعن مان ملي ٿي.(٣٥) ۽ اهي موجوده دور ۾ جديد تاريخي حوالن ۾ بہ ملن ٿا (٣٦). اها ڳالهہ مختصر طور تي هيئن آهي:

سيدي مولا هڪ درويش بلبن جي زماني ۾ اتر ايشيا (ملڪ بالا) (٣٧)کان دهلي پهتو هو. جيتوڻيڪ هيءُ شرعي احڪامن مطابق خدا جي عبادت ڪندو هو. پر ماڻهن جي اجتماعن ۾ ڪو نہ ويندو هو. جمعہ ڏينهن مسجد ۾ بہ ڪو نہ ويندو هو. هيءُ بزرگ پنهنجي سنياسي زندگي، سادن ۽ مختصر ڪپڙن پائڻ، برهمچاريہ ۽ دنياوي شين جي آرام کان پري رهڻ ڪري مشهور هو. سندس گهڻي شهرت هن جي ڪري ٿي تہ هو ڪنهن امير يا بادشاهہ جي ڪا بہ شيءِ تحفي ۾ قبول ڪو نہ ڪندو هو پر ضرورتمندن کي تمام گهڻو ڏيندو هو ۽ سندس لنگر بہ تمام ڪشادو ۽ اميراڻو هوندو هو. اهڙي ڪشاده دليءَ سان خرچ جي ڏيک ضرورتمندن کي محسوس ڪرايو تہ وٽس سون ۽ چاندي ججهو آهي، جيڪي ائين سمجهندا هئا تہ سندس سون ۽ چاندي ڪنهن سر يا پٿر جي هيٺان يا ڪنهن جاري ۾ رکيل آهي، تنهن ڪري

سرون پٽر اٿلائيندا ۽ جارا چنبيندا وتندا هئا.

برنيءَ جي حوالي مطابق، هو جڏهن هندستان وچي رهيو هو تہ اجوڌن جي شيخ فريد الدين چشتيءَ کيس دهليءَ ۾ رهڻ وقت بادشاهن ۽ انهن ماڻهن جي اميرن نوابن کان دور رهڻ جو مشورو ڏنو هو. پر هن بلبن کان وٺي جلال الدين فيروز خلجيءَ جي گهراڻي جي شهزادن، اميرن يا نوابن سان واسطا پيدا ڪيا هئا ۽ شيخ فريد الدين جي مشوري کي نظر انداز ڪري، خود سلطان جي پٽ سان سڌا واسطا پيدا ڪيا هئائين ۽ شهنشاهت جي ٻين اثر وارن اهم سياسي اميرن سان پڻ لاڳاپا پيدا ڪيا هئائين ۽ اڳين حڪمران گهراڻي جي غلامن سان پڻ رشتا پيدا ڪيا هئائين. آخر ۾ هن جي مٿان اهو الزام هنيو ويو تہ هن جلال الدين خلجيءَ جي قتل ڪرڻ جي سازش سٽي هئي، ان جي قتل کان پوءِ سيدي مولا کي وقت جي خليفي ٿيڻ جو اعلان ڪرڻو هو. ان جي اڳئين بادشاهہ ناصر الدين جي ڌيءَ سان شادي بہ ٿيڻي هئي. اڳئين شاهي گهراڻي جي آفيسرن کان جلال الدين فيروز جيڪي عهدا کسيا هئا، تن کي وري ساڳين عهدن تي برقرار ڪرڻ جي سٽاءَ ٿيل هئي. جڏهن سازش جو پتو پيو تہ شهنشاه جلال الدين خلجي جنگي مهم تي دهليءَ کان ٻاهر هو. سندس پٽ ارڪلي خان ان معاملي کي صاف ڪرڻ لاءِ جاچ جوچ ڪئي. جڏهن سلطان دهليءَ واپس ٿيو تڏهن سازشين کي عوام آڏو ظاهر ڪرڻ جو حڪم ڪيو ويو. سيدي مولا جي سچائيءَ کي پرکڻ واسطي شهر جي ٻاهران وڏيءَ ايراضيءَ ۾ باهہ جا آڙاهہ ٻارايا ويا. تماشو ڏسڻ لاءِ سامهون تنبو بہ هنيو ويو. شهر جا هزارين ماڻهو تماشو ڏسڻ لاءِ اچي ڪٺا ٿيا هئا. حقيقت ۾ اها باهہ سازشين جي سچائي پرکڻ واسطي هڪ ڪسوٽي هئي. جڏهن عالمن کان فتويٰ ورتي وئي تہ انهن اهڙي پرک جي اجازت ڪا نہ ڏني. موالين جو باهہ ۽ تاندن تان گذري وڃڻ جو سيد محمد گيسوي دراز جو حوالو مٿي اچي چڪو آهي ۽ هن قسم جي سيدي مولا لاءِ پرک سندس توهين کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ڪو نہ هو. آخرڪار ان سازش جي

ڏوھيءَ طور ھن کي ٻئي شاھي تنبوءَ پرسان آندو ويو. سندس پير ۾ ڪيترا حيدري قلندر ويٺا ھئا. ھن ڪانئس پلاند وٺڻ ڪاڻ ڪين اک جو اشارو ڏنو ۽ انھن حيدري قلندرن مٿس حملو ڪري ڏنو. پوءِ شھنشاھ جي فرزند ارڪلي خان ھاٿي چڙھڻ جو اشارو ڪيو جنھن سيدي مولا کي ماري چيٿاڙي ختم ڪري ڇڏيو.

جنھن ڏينھن سيدي مولا کي بي دردي سان ماريو ويو ھو ان ڏينھن ڪارو طوفان آيو. دھليءَ ۽ ان جي پرپاسي وارن علائقن تي ڏڪار ۽ مصيبتون آيون. برني ۽ عصامي ان کي سيدي مولا جي قتل جو نتيجو سمجھن ٿا. پوءِ به جيڪي خلجي گھراڻي تي مصيبتون آيون، انھن سڀني کي برني سيدي مولا جي بي دردي قتل ڏانھن منسوب ڪري ٿو (٣٨).

## قلندرن جي بي شرعن جي طريقي ۾ پرتي:

ڪن ھندو سنياسي فقيرن وانگي قلندر به اخلاقن ۽ آدابن کان وانجھيل گھومائو رولو ڪردار رکندا پيا ايندا ھئا. معاشري ۾ انھن لاءِ گڏيل سڏيل رويا ۽ خيال ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جيڪي سندن طريقي کي زندھ رکيو ٿي آيا. مثال طور: ماڻھن جي دلين ۾ ويٺل وھم ۽ وسوسن سان پريل خوف ۽ خطرا، سندن سھپ ۽ صبر جو مادو، سھپ ۽ تڪليف ڏيندڙن کي اڳتي روانو ڪري ڇڏڻ جو راضپو وغيره. قلندري ٽولي ۾ اھي ماڻھو ايندا ھئا، جيڪي قلندري حياتيءَ کي پنھنجي روزمره جي زندگيءَ کان وڌيڪ پرڪشش سمجھندا ھئا، يا اھي ماڻھو قلندري ٽولي ۾ شريڪ ٿيندا ھئا، جيڪي ڏاڍ ۽ ظلم جا گھڻو ستايل ھوندا ھئا. قلندرن ۾ گھڻائي انھن جي ھئي، جيڪي ٻالجتيءَ (ٻالاپڻ) يا جوانيءَ ۾ پڇي اچي قلندري ٽولي ۾ پناھ يا اجھو وٺندا ھئا. ان ڪانسواءِ ٻيا ماڻھو به پنھنجو ڏنڊو ڏاڙي ڇڏي قلندر بڻجي ويندا ھئا. اھڙيءَ ريت ھڪ بازدار جنھن پنھنجي مالڪ جي مرضيءَ خلاف ۽ منع جي باوجود باز اڏايو ۽ اھو باز وري ھٿ ڪو نه آيو. ان ماڻھوءَ اجوڌن جي فوجي گورنر جي سزا جي خوف کان دل ۾ اھو سوچيو ته ھو پنھنجو گھوڙو وڪڻي قلندر بڻجي وڃي (٣٩) قلندري ٽولي ۾

داخل ٿيو. ان مان ظاهر ٿيو تہ قلندري مسلڪ ڏوهي ۽ سرڪار طرفان ڪنهن گهربل ماڻهوءَ واسطي موثر لِڪَ جو ذريعو بہ رهيو آهي.

جڏهن سيد گيسويءِ دراز هڪ قلندر کان ٽولي ۾ شريڪ ٿيڻ جو سبب پڇيو تہ هن جواب ۾ چيو تہ ٻالجتيءَ ۾ هو پنهنجي مائٽن کان ڪاوڙجي گهران ڀڄي نڪتو هو. هو رستيءِ ۾ قلندرن سان مليو جن کيس قلندري ٽولي ۾ ملي وڃڻ لاءِ اوياريون لهواريون ٻڌائي کيس شريڪ ڪيو. سيد گيسويءِ دراز قلندرن تي اهو الزام لڳايو آهي تہ "اهي ٻارن کي قلندري ٽولي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ هر ڪائيندا هئا. هن پنهنجي پٽن پوٽن ۽ ڪٽنب جي ٻين ڀاتين کي هدايت ڪئي آهي تہ هو ڪڏهن بہ قلندرن جي لهہ وچڙ ۾ نہ اچن ۽ نہ وري انهن سان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪن (۴۰).

تيرهين صديءَ جي مشهور شاعر فخر الدين عراقيءَ پنهنجي ديوان جي مهاڳ ۾ پنهنجي آتم ڪهاڻي لکي آهي، جنهن ۾ ٻڌايو اٿس تہ هو ڏکڻ-اولهہ ايران جي علائقي همدان جو رهاڪو هو. هو عين جوڀن ۽ جوانيءَ جي ڏينهن ۾ زهد ۽ تقويٰ جو صاحب هو. علم ۽ فضل جي بلندين تي پهتل نوجوان هو. جڏهن سندس عمر 17ورهين جي هئي تہ قلندرن جو هڪ ٽولو همدان مان گذريو. انهن قلندرن ۾ هڪ بي انتها سهڻو ڇوڪرو بہ شامل هو. فخر الدين جي اک وڃي مٿائنس پئي. پوءِ هو اسلام جا سڀ ڪتاب ٻاهر اڇلي، وڃي انهن قلندرن ۾ شامل ٿيو. اهي قلندر جڏهن هندستان آيا، تہ فخر الدين بہ ساڻس گڏ هو. هو ملتان کان ٿيندا دهليءَ پهتا. اتان کان هنن سومنات وڃڻ جو ارادو ڪيو. جيڪو ان زماني ۾ هندو راجا جي حڪمرانيءَ هيٺ هو. فخر الدين عراقي، راجستان ۾ هڪ سخت طوفان لڳڻ سبب قلندرن جي ان ٽولي کان وڇڙي وڃي دهليءَ نڪتو. پنهنجي دوستن کان جدا ٿيڻ کان پوءِ، هن ملتان ۾ شيخ بهاءُ الدين ذڪريا جي خانقاهہ ۾ رهڻ پسند ڪيو (۴۱).

اهي ٻئي فرقا جيڪي سخت قسم جي تارڪ صوفين جي گروهہ

۾ شامل ٿيا ۽ پنهنجي سڄي زندگي ان طرز ۽ طريقي سان گذاريائون ۽ جيڪي وري قلندرن جي ٽولي ۾ شريڪ ٿيا هئا، سي اهو ثابت ڪري رهيا هئا تہ انهن چڙهه وچولي دور واري مسلمان معاشري مان معاشي، سماجي ۽ نفسياتي طور جي لحاظ کان پنهنجي انفرادي حيثيت ۾ ڪن ڳالهين جي چونڊ تي ڪئي ۽ پنهنجي معاشري مان ٻاهر نڪرڻ تي چاهيائون. گهڻو ڪري سيني صوفي مشائخن جو جنم اسلامي مذهبي طبقي ۾ ٿيو هو ۽ سندن تعليم ۽ تربيت بہ مسلمانن جي مشهور معروف ماهرن جي گهرن ۾ ٿي هئي. هنن لاءِ اهو آسان هو تہ هو پنهنجي شجري ۽ علم جي لحاظ سان ڪنهن مسلمان بادشاهہ جي رياست ۾ هڪ عالم يا فقيه طور داخل ٿي وڃن ها ۽ ماوردي ۽ ٻين فقيهن جي قائم ڪيل فقه کي اسلامي معاشري ۾ نافذ ڪن ها ۽ انساني معاشري مان برائين کي ڪڍي ڇڏڻ ۾ حڪومت جو هٿ ونڊائين ها. اهڙي طرح صوفي فقيرن مان خانقاهن جي مجاورن جي پرتي لاءِ بہ هڪ طريقو استعمال ڪيو ويندو هو. اهڙين خانقاهن جا مجاور شريف سيد خاندان سان تعلق رکندا هئا. جيئن اسان چوڏهين صديءَ جي پوئين حصي ۾ ڪرمان جي سيد خاندان کي نظام الدين جي خانقاهہ جو مجاور ڏسون ٿا. ٻئي طرف وڏي شيخ جي خليفي چونڊڻ واسطي روحانيت کي نظر ۾ ضرور رکيو ويندو هو ۽ مختلف قسم جي سماجي طبقن جي ماڻهن کي جاچيو پرکيو ويندو هو. فهرست جي آخر ۾ هڪ يا ٻن اهڙن درويشن جو نالو بہ موجود هوندو هو جيڪي مشڪوڪ قسم جي خاندان يا ڪريل صوفي معيار جا هوندا هئا. اهڙي قسم جا ماڻهو قلندر سڏائيندا هئا، ۽ هندستان ۾ چئن قسمن جي صوفي قلندرن جا پيشرو هئا. انهن مان هڪ چشتيہ قلندريہ طريقو بہ هو جنهن کي مغل دور جي تذڪره نويسن شيخ نجم الدين ۽ شاهہ خضر رومي پوئتي ڪٽي وجي شيخ قطب الدين بختيار ڪاڪي سان ملايو آهي. اسان کي جيتوڻيڪ سهروردي جي اوائلي ذريعن جي جاڻ ڪانهي، پر اهو پتو ضرور آهي تہ شيخ بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني قلندرن کان نفرت ڪندو هو. ٻئي طرف اسان

ڪي اهو بہ معلوم آهي تہ هن شيخ عثمان مروندي شهباز قلندر سيوهاڻيءَ کي خليفو بنائڻ لاءِ رضامندي ڏيکاري هئي. هن مان اسان کي اهو پتو پوي ٿو تہ هڪ طرف قلندرن جي لاڳاپيل ٽولن ۽ صوفين جي مختلف گروهن ۾ سماجي ۽ نفسياتي فرق ضرور هو. موجوده زماني ۾ بہ قلندرن جا بہ فرقا آهن، هڪ باشرع ۽ ٻيا بي شرع آهن. هڪڙا شريعت جا پابند آهن، تہ ٻيا شريعت جي پابندي ڪين ڪن. مٿيان اصطلاح معنيٰ ۽ مفهوم سان ٺهڪي ڪو نہ ٿا اچن. پر اسان انهن کي پنهنجي فرقي جا سخت قسم جا وڏا شيخ چئي سگهون ٿا، جن اسلامي شريعت يا عالمن جي اختيار ڪيل اصولن کان اختلاف ڪو نہ ڪيو آهي. انهن جا سماجي طبقا مڪمل بہ ڪو نہ آهن. هڪ مؤثر تنظيم قلندرن جي حوالي ڪئي وئي هئي، جيئن ساوا جي مفتيءَ جمال الدين ان جو ذڪر ڪيو آهي ۽ ان تنظيم کي گهمندڙ ڦرندڙ لائبريري (ڪتاب گهر) بہ سڏيو آهي (۴۲). هڪ نوجوان ماڻهو يا وڏيءَ عمر وارو انسان تڏهن قلندرن جي ٽولي ۾ شامل ٿي سگهندو هو جڏهن وٽن ڪي معزز ۽ نفسياتي سبب هجن. اسان وٽ بہ اهڙي قسم جون قلندرن جي ٽولي ۾ شامل ٿيڻ جون شاهديون موجود آهن. هڪ قلندر جي شهرت ۽ معرفت عوام جي مڃتا قائم ڪري سگهندي هئي ۽ ان لاءِ آشرم قائم ڪرڻ بہ لازمي ٿي پوندو هو. جيئن اسان پراڻي زماني ۾ تيرهين صديءَ جي آخر ۾ دهليءَ اندر شيخ ابوبڪر طوسيءَ حيدريءَ جو ٻڌون ٿا (۴۳). يا چوڏهين صديءَ جي اوائل ۾ رمضاني قلندرن جي نگهبانيءَ ۾ عام لنگر هلندو ڏسون ٿا (۴۴).

صوفين جي مڃتا ۽ مفاد، پوءِ اهي صوفي ڪيترو بہ سطحي هجن، دهليءَ جي پڙهيل ڪڙهيل طبقي ۽ درٻارين ۾ غالب حيثيت جا مالڪ هئا. قلندرن جو لباس ۽ شخصي وضع قطع پڙهيل لکيل ماڻهوءَ کي ڪشش ڪندو هو ۽ ان کي اختيار ڪرڻ ۾ وڏائي محسوس ڪندو هو ۽ هر ڪو ماڻهو انهن کي ساراهيندو هو. سعيد الدين منطقيءَ لاءِ چيو ويندو آهي تہ هن شهنشاهہ محمد تغلق کي منقولات جي علم مان

ڪيڏي، معقولات جي علم ڏانهن رجوع ڪيو هو. مورخ برنيءَ جو حوالو آهي تہ هن کي شهنشاهہ جلال الدين خلجيءَ جي قلندرن جي جوالن واري لباس مان ڪيڏي نائب قرا بيگ جي عهدي تي آندو هو. ٻين ڪيترين نوازشن سان گڏ ڪيس جاگيراٽي اقطع (ايراضي) بہ ڏني وئي هئي (۴۵). هي اڪيلو قلندر هو جيڪو دهليءَ جي شيخ ناصرالدين محمد جي خانقاهہ تي پهتو هو. هن جي لاءِ چيو وڃي ٿو تہ هو پڙهيو لکيو سياح قلندر هو، جنهن سان شيخ ناصر الدين ڏاڍي ڀاجهاري گفتگو ڪئي هئي (۴٦). ساڳئي همعصر بيانن ۾ سيوهڻ اندر قلندري خانقاهہ جو پايو وجهندڙ عثمان مروندي، جنهن کي لال شهباز ڪري سڏيندا آهن، برني تنهن جو بہ ذڪر ڪري ٿو. پهريائين هو ملتان آيو. جنهن کي شهزادي محمد خان ولد بلبن ۽ شيخ بهاءُ الدين جي فرزند هڪ سماع جي محفل ۾ آندو هو (۴۷). ساڳئي مورخ قلندر جي وڏي عزت جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن کي شهزادن وڏي عزت بخشي هئي، جيڪو تصوف جي روايتن ۾ هڪ مثال آهي. سن 1279ع ۾ سلطان بلبن گورنر طغرل جي بغاوت کي ختم ڪرڻ وقت هڪ قلندر کي، جنهن جو نالو سلطان درويش هو سندس پوئلڳن سميت قتل ڪرائي ڇڏيو هو. طغرل سندس وڏي عزت ڪندو هو. ڪيس تي مڻ سون ان ڪري ڏنو ويو تہ جيئن هو ۽ سندس ساٿي لوهہ جي بدران سون پائي سگهن (۴۸).

حميد قلندر نہ رڳو چشتي ناصر الدين جي ملفوظات گڏ ڪئي هئي، پر فيروز شاهہ تغلق جو درٻاري شاعر بہ هو ۽ سندس شان ۾ قصيدا بہ چوندو هو سندس فتحن تي يادگار شعر بہ چوندو هو (۴۹). جڏهن شيخ الاعظم ناصر الدين محمد کانئس پڇيو تہ "هو قلندر آهي يا صوفي؟ جڏهن هو تعليم يافتہ آهي تہ هو پاڻ کي قلندر ڇو ٿو سڏائي؟" حميد ان جي جواب ۾ هڪ مزيدار ڳالهہ ٻڌائي: هڪ ڏينهن ٻالجتيءَ جي زماني ۾ افطاريءَ جي وقت شيخ نظام الدين جي خانقاهہ ۾ موجود هوس. شيخ نظام الدين مانيءَ جو اڌ ڀيڇي پنهنجي لاءِ رکيو ۽

اڏ هڪ ڇوڪري کي ڏنو جنهن ان اڏ مانيءَ کي پنهنجي چولي جي پانهن ۾ لڪائي ڇڏيو. جڏهن اهو ڇوڪرو ٻاهر نڪتو تہ قلندرن جو ٽولو کيس ماني ڏيڻ لاءِ ورائي ويو ۽ چوڻ لڳو تہ ”شيخ زادا اسان کي کائڻ لاءِ ڪجهہ ڏي“ ڇوڪري وراڻيو تہ وٽس ڪجهہ بہ نہ آهي. قلندرن لڪل مانيءَ ڏانهن اشارو ڪري ڇوڪري کي ماني ڏيڻ لاءِ چيو جيڪا تمام ڳجهيءَ طرح لڪايل هئي. اهو ننڍڙو ٻار سندن اهڙو علم ڏسي، اچرج ۾ پئجي ويو ۽ ماني ڪڍي کين کائڻ لاءِ ڏنائين. قلندر ڪلو کري مسجد جي آڏو حجري ۾ ويهي اها ماني ورهائي کائڻ لڳا. جڏهن ڇوڪري جو پيءُ نظام الدين کان موڪلائي ٻاهر آيو ۽ مانيءَ جو پڇيائين تہ ڇوڪري وراڻيو تہ هن اها قلندرن کي ڏئي ڇڏي. ڇوڪري جو پيءُ متس ڏاڍو ڪاوڙيو تہ اها ماني شيخ صاحب وٽان هڪ دعا طور کيس ملي هئي ۽ ساڳيءَ ڪاوڙ واريءَ حالت ۾ شيخ صاحب وٽ موٽي ويو. جڏهن شيخ نظام الدين صاحب کي اها خبر پئي تہ ان جي پيءُ کي چيائين تہ سندس پٽ قلندر ٿيندو. جيئن تہ حميد کي سندس مرشد قلندر ڪري سڏيو هو ۽ شيخ ناصر الدين محمد بہ ائين ئي ڪيو. حميد پنهنجي سڃاڻ طور صوفي جي اڳيان قلندر چوڻ يا لکڻ وڏو اعزاز سمجهندو هو(٥٠).“

خانقاهہ جا صوفي جن جا سرواڻ شيخ هوندا هئا، قلندرن جا ٽولا يا سيلاني درويش دنياوي مشغلن کان ڏاڍو لهرائيندا هئا. اهري قسم جي پوئين دور جي صوفين زندهہ رهڻ لاءِ سماجي ڏيتي ليتي شروع ڪئي هئي، جن لاءِ سندن دعوي هئي تہ اهي ترڪ ڪري چڪا هئا. ان ترڪ دنيا جي معاملي ۾ اهي سنياسي صوفي جهنگ جي ميون تي گذران ڪندا هئا. جيئن اسان شيخ فريد الدين جي اوائلي زندگيءَ ۾ ڏسون ٿا يا اپنشد جي دور ۾ برهمڻن جي حياتيءَ ۾ ڏسون ٿا. يا تہ اهي وري غير آباد زمين ۾ هر ڪاهي رزق حاصل ڪندا هئا. جيئندا سان شيخ حميد الدين سوالي ناگوري ڏسون ٿا. هو اهڙي قسم جي زندگي گهارڻ پسند ڪندا هئا، جنهن ۾ سندن مخالف دعوي نہ هجي. جڏهن

سياست جي اهميت بچاءَ واري حيثيت اختيار ڪئي هجي، هو پنهنجي شهرت ۽ معرفت واري خاص مقام تي هوندي خاص ڪردار ادا ڪن. اها سندن حياتي گذارڻ واري نموني جي چونڊ ڪرڻي هئي. انهن مذهب کان باغي ٽولن جي امداد، سرڪاري ڪامورا ڪندا هئا، جيڪي پنهنجي آمدنيءَ جو حصو انهن تي خرچ ڪندا هئا، يا اهي ماڻهو بہ سندن امداد ڪندا هئا، جيڪي اقتدار ۾ ياڳي پائيوار هئا ۽ آمدنيءَ جي ورهاست تي اختيار بہ رکندا هئا.

صوفي، خدمتن بجا آڻڻ جي عيوض زندگي گذارڻ واسطي ڪجھ نہ ڪجھ وٺندا هئا. پوءِ اهي خدمتون حقيقي هيون يا روحاني، انهن کي ورهائڻ لاءِ ڪا خاص حدبندي مقرر ڪرڻ بہ ڏاڍو ڏکيو هو. ڪين نذر نياز ڏيڻ ۾ بہ خاص مقصد هوندو هو. خاص صوفين کي نذر نياز ڏيڻ سان ماڻهن جو خاص وڏو گروھ نذر نياز ڏيندڙن جو گرويده تي ويندو هو. شهرت ۽ روحاني تاثر بہ قائم ٿي ويندو هو. اهي صوفي شيخ، جيڪي هندستان جي فاتحن سان گڏ آيا، تن جي خانقاهن جو قيام عمل ۾ آيو ۽ اهي صوفي فقير جيڪي دنيا تياڳڻ جون دعوائون ڪندا هئا، تن هندو-مسلم معاشري جي مختلف ضرورتن کي پورو ڪيو هو. انهن خدمتن جي عيوض ڪين مادي امداد بہ ڪئي ويندي هئي. چشتي ۽ سهروردي شيخن جي وچ ۾ جاگيرن ۽ پين دائمي شاهي انعامن اڪرامن بابت بحث مباحثا پيا هلندا هئا، جڻ انهن هڪ علمي ۽ اخلاقي بحث چيڙي وڏو هو پر انهن کي ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان سياسي پس منظر ضرور هوندو هو. دهلي سلطنت جهڙو ناپائدار معاشرو يا ان جي اولھ پاسي وارا ساموندي ڪناري وارا علائقا، جن تي بعضي چغتائي مغلن جي حڪومت بہ قائم رهندي هئي. مذهبي ماڻهن لاءِ اهڙي قسم جا نتيجا ائين هئا، جيئن تخت شاهي جي ناڪام دعويدارن لاءِ هئا، جيڪي پاڻ ۾ وڙهي پنهنجي خاندان، پنهنجي رعايا ۽ ملڪ کي تباھ ڪري ڇڏيندا هئا. جيئن طغرل، بنگال جي گورنر سون جا والا ۽ چلا قلندرن کي ڏئي ان جي تصوف کي ڇيهو رسايو.

جيئن سيدي مولا دهليءَ ۾ پنهنجو سِرُ وڃايو. قلندرن ۾ ورهائڻ واسطي فتوحات يا نذر نياز قبول ڪرڻ، خانقاهه هلائڻ، يا قلندرن ڪي رهائش گاهن ۽ ٻين خرچن واسطي به پئسي جي سخت لوڙ پوندي هئي، سي خرچ به اقتدار جا صاحب بادشاهه ئي پري سگهندا هئا. چشتي طريقي جي تذڪرن ۾ سندن انيڪ اهڙيون ڪهاڻيون آهن، جيڪي دهلي سلطنت جي مذهبي معاشري ۾ پريل گند غلاظت جي نشاندهي ڪرڻ واسطي اسان جو مکيه ذريعو يا ماخذ آهن. جيئن انهن جو سلطان جي ملڻ کان ڪليو ڪلايو انڪار ڪرڻ، سلطان جي اميرن ۽ نوابن سان دوستي رکڻ ڪي بيوقوفي سمجهڻ، بادشاهه کان جاگيرن ۽ ٻين عطين وٺڻ کان انڪار ڪرڻ. اهي ڄڻ هڪ قسم جا اهم سياسي فيصلا ۽ اخلاقي باليدگيءَ جا اعليٰ ۽ اوچا معيار هئا، جيڪي هنن قائم ڪري مثال بيهاري ڇڏيا. اها به هڪ حقيقت آهي ته انهن جي خانقاهن کي بادشاهه يا انهن جي دولتمند اميرن وٽان نذر نياز جي صورت ۾ امداد ملندي هئي، جنهن مان سندن خانقاهون هلنديون هيون. لنگر خانه جاري رهندا هئا. مهمانن ۽ سياحن کي سهوليت پهچندي هئي، جيڪي اپاهج يا بيروزگار هوندا هئا، يا بادشاهن جي نوڪري ڪرڻ نه چاهيندا هئا، سي هتي رهي پوندا هئا ۽ نذر نياز ڏيڻ وارن کي به دلي سڪون محسوس ٿيندو هو. اهڙيءَ ريت مختلف قسم جي خادمن ۽ مجاورن جا ميڙاڪا هوندا هئا، جيئن اسان اڄ به ڏکڻ ايشيا جي درگاهن تي ڏسون ٿا.

ساڳئي نموني سان ملڪي خدمت جي نقطهٔ نظر کان صوفي شيخن ۽ علمائن ۾ جيڪو باهمي رشتو هو سو به سهپ ۽ سهمت وارو هو. بعضي انهن ۾ بحث مباحثا به ڇڙي پوندا هئا، جن جو خاص موضوع سماع جي محفل هوندي هئي. چشتي طريقي ۾ سماع جي محفل کي وڏي اهميت حاصل هئي. ان ڪري صوفي شيخ، علماءِ ظاهري تي زباني حملا ڪندا رهندا هئا. انهن ٻنهي فرقن ۾ اسلامي معاشري جي گهڻين ڳالهين تي مفاهمت هوندي هئي، پر ان جي سمجهڻ ۽

سمجهائڻ واري طريقي تي ٻنهي کي اختلاف هو. ٻئي ڌريون مسلمان معاشري جي اهم شخصيتن سان مفاهمت رکنديون هيون. ٻنهي ڌرين جي امداد معاشري جي واڌو پئسي مان ٿيندي هئي. ٻنهي ڌرين جي اڳواڻي وڏ گهراڻي شريف تعليم يافته ماڻهن جي هٿ ۾ هئي.

جيڪڏهن پيٽ ڪبي ته قلندرن جي زندگيءَ گهارڻ جو نمونو ۽ لکتن مطابق، انهن جي هلت چلت اهو ڏيکاري ٿي ته اهي شريعت تي اعتراض ڪندڙ ويڙهاڪ فطرت ۽ زورآور ماڻهو هئا. اهي نه رڳو هندستان جي مسلمانن جي مروجه روزمره واري حياتيءَ تي اعتراض ڪندا هئا، پر پنهنجي مخالفن کي چڙ ڏيارڻ ڪاڻ جيڪا ڳالهه ڪرڻ چاهيندا هئا، سا ماڻهن جي ميڙن ۾ ظاهر ظهور ڪري ڇڏيندا هئا. سندن لباس مختصر ۽ چڙ ڏياريندڙ هوندو هو. سندن سماع جي محفل يا راڳ رنگ، سندن تنظيم جو خالق ساوي جمال الدين ساڳيو هوندو هو (جيڪڏهن اسان سندس مناقبن کي سٺيءَ نظر سان ڏسون ته اهي چڱي معنيٰ ۾ مفهوم رکن ٿا). هو هن عمل تي خاص ڌيان ڏيندا هئا. نظر الي المرد يعني سهڻن ڇوڪرن ۾ نظرون کپايو. حضرت سيد محمد گيسوي‌ءِ دراز انهن تي مسلمانن جي ٻارن کان گڏن ڪمن ڪرائڻ جو الزام هڻي ٿو (۵۱). اهي نه رڳو نشي جي گندين عادتن ۾ ڦاسجي ويندا هئا، پر چڙ ڏياريندڙ حالت ۾ وڏي شيخ جي نماز پڙهڻ واري مصلي تي غلاظت پيا هاريندا هئا (۵۲). جڏهن قلندرن جو ٽولو يا ڪو اڪيلو قلندر خانقاهه تي پهچندو هو ته اتان جي شيخ سان سندس سلوڪ ماناءتو ڪو نه هوندو هو. هڪ قلندر شيخ فريد الدين جي خانقاهه ۾ پهچي ڪانئس سوال ڪيو ته: "چه تو خود را بتي ساختئي؟" يعني، ڇو تو پاڻ کي هڪ بت بنائي ڇڏيو آهي؟ (۵۳). هن قلندر دڙڪا ڏيندي ڪانئس رهڻ جي جاءِ ۽ خيرات ڏيڻ جي تقاضا ڪئي، ۽ جيڪڏهن سندن اهي مطالبا پورا نه ڪيا ويا، ته سخت قدم کڻڻ جو دڙڪو به ڏنو ويو هو. ڪيترا لکتن ۾ آيل اهڙا مثال به آهن، جن ۾ اهو ڏيکاريو ويو آهي، ته انهن قلندرن جي ٽولن مشهور معروف

شخصيتن ۽ وڏن صوفي شيخن مٿان خوني حملا بہ ڪيا آهن. اسان اڳ ۾ بہ هن ڳالهہ ڏانهن ڌيان ڇڪايو آهي تہ ڪڏهن ڪڏهن ڪو پڙهيو لکيو ماڻهو قلندرن جي ان ٽوليءَ ۾ شريڪ ٿيو آهي. پر گهڻائي اهڙن ماڻهن جي هئي، جن جي ڪري لامذهبي لاڙي کي ڪجهہ وڌيڪ اهميت ملندي هئي ۽ معاشري ۾ مروجہ اڳين قدرن کي ختم ڪرڻ ۾ ڪجهہ ڪشش هوندي هئي.

يزيقيءَ مناقبت جمال الدين جو ترڪيءَ زبان ۾ تعارف لکندي قلندرن جي ٽولن جهڙن بين انهن سيلاني فقيرن جي هڪجهڙائيءَ کي واضح ۽ نمايان ڪيو آهي، جيڪي اڄ "هپين" جي صورت ۾ هر ملڪ ۾ گهمندا ڦرندا وتندا آهن. انهن جي هلت چلت ۾ اچرج جهڙي هڪجهڙائي موجود آهي. سندن پوشاڪ بہ هڪجهڙي آهي. يو. ايس.اي USA ۽ برطانيا جي نوجوانن ۾ سستي ڌاتوءَ جي زيورن پائڻ جو رواج، اهو چڻ تہ سرمائيداري ماحول کان نفرت ۽ بين نفرت ڪرڻ وارن سان يڪجهتيءَ جو علامتي اظهار بہ آهي ۽ سندن اها نفرت ان سرمائيدار طبقي لاءِ بہ آهي، جنهن ۾ ڄمي وڏا ٿي، تعليم وٺي، هو هڪ مهذب معاشري جو فرد بڻيا. هپي فڪر وارا جوان 1960ع ۾ واٽس، ڪيرائوڪ، گنس، برگ، بروجي لکڻين کان گهڻو متاثر ٿيا ۽ سندن هلت چلت ذري گهٽ قلندرن جهڙي آهي. ڏسڻ ۾ ائين اچي ٿو تہ اهي ماڻهو هميشہ سفر ۾ رهندا آهن ۽ وجد واري زندگي گذاريندا آهن، جيڪا کين نشي جي واپرائڻ جي ڪري پيدا ٿيندي آهي. شهواني خواهشن جي پورائي لاءِ کين چڻ تہ هر آزادي مليل آهي. پائدار معاشري جي اصولن تي بحث مباحثو ڪرڻ جي کين کلي آزادي هوندي آهي. اهو ڏٺو ويو آهي تہ يورپ ۽ ايشيا جي تهذيب اندر ڪڏهن ڪڏهن اهڙي قسم جي سيلاني ماڻهن جي غير اخلاقي خيال ۽ هلت چلت ڪجهہ معاشري جي قدرن کي ڊانوان ڊول ڪيو آهي، جن اڳتي هلي اهميت اختيار ڪري ورتي ۽ مقامي مورخن جو انهن ڏانهن، سياسي ڏاچوڪڙي جي دور ۽ معاشري جي تڪڙين تبديلين ۽ نئين سر جوڙجڪ وقت ڌيان ڇڪيو آهي. وچين دور جي

لامذهب فقيرن جي ٽولن ۽ اڄ ڪلهه جي هپي فڪر جي ماڻهن ۾ ڪجهه ماحولياتي فرق به آهي. هڪ ٽولي جو مذهب ۾ اعتقاد هو، پر غربت ۽ افلاس جو ماريل هو. سندس روحاني طاقتن ۾ پورو ويساهه هو ۽ هڪ صوفي بزرگ جي ڪم جو دائرو گهڻيءَ ايراضيءَ ۾ پکڙيل هو. ٻئي طرف مذهب کي موجوده معاشري ۾ تمام ٿوري اهميت آهي. ڪلهه واري واڌاري دولت Sur Plus Wealth کي اک ٻوٽ واري خاصيت آهي ۽ ان جي اثر وارو دائرو اڳين کان وڌيڪ سوڙهو به آهي. هتي موجوده هپي اڳئين جيان هروڀرو ڪو پينو فقير ڪونهي ڪو جيئن اڳئين زماني ۾ قلندر هوندو هو. جنهن جو گذر سفر ان ملڪ جي عوام مٿان هوندو هو. جنهن ملڪ مان هو گذرندو هو. اڄ جي هپيءَ جي ڪنهن معرفت الاهي يا بزرگيءَ جي دعويٰ ڪانهي، نه وري هيءُ ڪنهن ڪانيءَ ڪرامت جي هام هڻي ٿو. پر هندستان ۾ هن هپيءَ طرز جي زندگيءَ جون راهون روشن آهن. چو ته اسان ڏسون ٿا ته جيئن مذهب جا پوئلڳ ٻڌ ڌرم جا فقير (بکشو) يا تنترا فڪر جا جوڳي هپين جهڙي زندگي گذارين ٿا. اهو به امڪان آهي ته سندن هلت چلت جي ڪري عام ماڻهو ڪاوڙجي پوي يا هپي خود به چڙي پوي، يا شروعات ۾ معاشري ۾ هڪ چڙواڳيءَ جي لهر پيدا ڪري وجهي. پر جيئن ته هپي معاشري تي ڪنهن به قسم جو بار نه آهي ۽ عالم هجڻ واري حيثيت ۾ ڪنهن تي به حملا ڪو نه ٿو ڪري، جيئن قلندرن جي ٽولن جي عادت هئي، ان ڪري ڪانئس نفرت تمام گهٽ ڪئي وڃي ٿي ۽ ٻي ڳالهه اها به آهي ته جيڪي ڪم هو پنهنجي لاءِ پاڻ مرادو ڪري ٿو سي به صوفي فڪر سان ميل ڪائن ٿا. ملفوظات ۽ تذڪرن جي ادب ۾ تصوف جي مشائخن ۽ قلندرن جي وچ ۾ جيڪا ڏي وٺ قلمبند ڪيل آهي، سا چڻ صوفي شيخن جي فائدي ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿي. اهو صوفي فقيرن ۽ هندو جوڳين جي ٽڪراءَ جيان نه آهي، جنهن جو مون ٻئي ڪنهن هنڌ تجزيو ڪيو آهي، جيڪي بزرگيءَ، ڪرامت ۽ ڏات جو مقابلو ۽ ڪوڙو ڏيک ڪندا هئا. ان ڪري هنن ڳالهين ۾ حقيقت بجاءِ رڳو ڪانين ۽ ڪرامتن جو ذڪر پريو پيو آهي. قلندرن جي روزمره واري زندگيءَ ۾ ڪي خاصيتون به هونديون هيون، جنهن سبب سخت قسم جي صوفين

سان سندن جهيڙو هلندو آيو.اهي مسلمان هئا ۽ فقر (غربت) واري زندگي گذاريندا هئا. ۽ هنن گڏن ۾ سندن زندگي خانقاه جي صوفين جهڙي هئي. بعضي بزرگيءَ جي دعوي به ڪندا هئا ۽ ڪرامت به ڏيکارڻ جي دعوي ڪندا هئا، جيڪا پڻ صوفين واسطي اعزاز جي ڳالھ هئي ۽ انهن صوفين کان اڳيان به اهڙي قسم جون ڪرامتون وغيره ڏيکاريندا آيا. پر پوءِ به قلندر يا انهن مان گهڻا ان سخت قسم جي سماجي عزت واري دائري کان ٻاهر هئا، جنهن عزت ۽ وقار جي نظر سان صوفي شيخ ۽ سندن پوئلڳن کي ڏٺو ويندو هو ۽ هن هلت چلت جي ڪري عوام اندر پنهنجي وقار ۽ بزرگيءَ کي داءَ تي هڻندا هئا. قلندر هن معاملي ۾ ڪجھ اڳرائي پسند هئا ۽ چشتيءَ سلسلي جي روايتن ۾ اسان وٽ چڱو خاصو لکت ۾ مواد موجود آهي. ان مسلڪ جا شيخ سهپ ۽ سهمت وارا هوندا هئا ۽ هر ڪنهن سان مصلحت پسند رويو رکندا هئا. پر سندن مريدن ۾ اهڙي ڪا ڳالھ ڪا نه هوندي هئي. پندرهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ اسان کي سيد محمد گيسوءِ دراز رويي ۾ وڏيڪ سخت ڏسڻ ۾ اچي ٿو. مصلحت ۽ هڪ ٻئي سان رواداريءَ واري باهمي رابطي هڪ قسم جو بيو طريقو پيدا ڪري ورتو جن کي ايمان وارن مسلمانن جي پڻ امداد حاصل هئي. اهو مسلڪ ائين هو جيئن چشتي قلندري طريقو هوندو آهي. 1976ع ۾ چشتي سلسلي جي باني خواجه معين الدين چشتيءَ جي عرس ملهائڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو هو (۵۴). هڪ قصو پندرهين صديءَ جي پوئين اڌ سان تعلق رکي ٿو جنهن ۾ اسان هڪ وڏي چشتي سلسلي جي شيخ ۽ زيارت تي ايندڙ قلندرن جي وچ ۾ رواداريءَ واري مصلحت ڏسون ٿا (۵۵). جنهن تحت انهن قلندرن سيلاني فطرت کي ترڪ ڪرڻ جو واعدو ڪيو هو هونءَ نه ته قلندر سدائين سفر ۾ هوندا هئا. هڪ صوفي بزرگ جي عرس يا ٻارهئي تي اچي زيارت ڪري راڳ رنگ جي چونڪي ڏئي وري ٻئي بزرگ جي مزار يا خانقاھ تي سندس عرس يا ٻارهئي تي زيارت ۽ راڳ رنگ جي واسطي روانا ٿي ويندا هئا. اجمير کي اهڙين قلندري رسمن کي بجا آڻڻ واسطي ثانوي حيثيت حاصل هئي.

اسان کي اهو بہ معلوم ٿئي ٿو تہ شيخ شمس الدين يحيٰ، جيڪو محدث ۽ شيخ نظام الدين جو خليفو هو. تنهن شيخ نظام الدين اولياءَ جي وفات 1324ع کان پوءِ ٽي دفعا سندس روضي اندر سماع جي محفل ڪئي هئي، اهو روضو محمد تغلق ان وقت ڏاري تعمير ڪرايو هو. ان سماع جي محفل ۾ نظام الدين اولياءَ جا ٻيا خليفا پڻ شامل هئا.

ٻاهران آيل مسافر، حيدري ۽ قلندر هن سماع کي غور سان ٻڌي رهيا هئا ۽ وجد ۾ اچي نچي رهيا هئا. سندن اهو رقص ونگ واريءَ عمارت ۾ ٿيو هو جيڪا علاءُ الدين خلجيءَ جي پٽن مان ڪنهن جوڙائي هئي، جنهن کي هاڻي "جماعت خانه" جي نالي سان سڏيو ويندو آهي. قوال ۽ ٻيا درويش نغارا وڄائي شيخ سعديءَ جو فارسي ڪلام ڳائي رهيا هئا. شمس الدين وڏي روضي مان نڪري، انهن قلندرن ۽ قوالن سان وڃي شامل ٿيو جيڪي ڳائي ۽ دف وڄائي رهيا هئا. هيءُ بزرگ سماع وارن درويشن سان گڏجي وجد ۾ اچي رقص ڪرڻ لڳو. هن پنهنجي دل کي مٿان، هٿ سان مهٽي جنبش ۾ آندو ۽ رقص ڪرڻ ۾ ايترو تہ بي حال ٿي ويو جو سماع، بس بہ ٿي ويو، تہ بہ هي بي خبر نچندو رهيو. سندس دوست احباب، جيڪي سماع جي محفل ۾ شريڪ هئا، ڪيس ان ئي رنگ ۾ ڏسندا رهيا ۽ هو رقص ڪندي ڪندي آخر مري ويو.

صوفين جي اندر سندن روش ۾ انڊلٽ وارا رنگ هوندا آهن. اهي صبر ۽ تحمل جا پتلا هوندا آهن ۽ پاڻ کي ظاهر ظهور ملامت ڪندا رهندا آهن. شيخ ناصر الدين محمود وٽ سن 1350ع ۾ جڏهن فقط هڪ قلندر آيو، تہ ان وقت کي ياد ڪري هن ڏاڍو ڏک ڪيو جڏهن قلندرن جو ويهن ۽ ٿيهن جو ٽولو وٽس ايندو رهندو هو (٥٧). هيءُ يا سندس پيشرو شيخ فريد الدين ۽ نظام الدين قلندرن جي اڳرائيءَ ڪري بہ ساڻن سٺو برتاءُ ڪندا هئا. ڇاڪاڻ تہ انهن جو خيال هو تہ قلندرن ۾ بہ هڪ بزرگانہ شان ۽ مٽيا ( Charisma) موجود آهي. مگر سهروردين ۾ اها ڳالهہ ڪا نہ هوندي هئي. شيخ بهاءُ الدين ذڪريا لاءِ

اهو سوچيو ويندو هو تہ (جواليق) قلندرن کان نفرت ڪندو هو (٥٨). پر هيءَ تاريخي حقيقت بہ ياد رکڻ گهرجي تہ سندس خانقاهہ تي قلندرن جو هڪ ٽولو آيو هو جنهن ۾ هڪ قلندر عراقي شاعر بہ موجود هو جنهن کي آخر ۾ هن پنهنجي ڌيءَ جو سڱ بہ ڏنو هو (٥٩). ٻي تاريخي حقيقت هيءَ بہ آهي تہ شيخ بهاءُ الدين ملتاني ۽ سندس پٽ صدر الدين جي سيوهڻ جي شيخ عثمان مروندي لال شهباز قلندر سان دوستي هوندي هئي، جنهن حقيقت جي برنيءَ بہ تصديق ڪئي آهي ۽ سنڌ جي تذڪرن ۾ بہ ان کي بيان ڪيو ويو آهي (٦٠). سن 1380ع ۾ سيد جلال الدين مخدوم جهانيان هڪ قلندر جي توبه قبول ڪئي، جنهن جي چمڙي جي پوشاڪ ڇڏي، سندس مريدي اختيار ڪئي هئي. (61) فردوسيه سلسلي جو هڪ نقل آهي،جنهن ۾ شيخ پنهنجو بزرگانہ ڪمال ڏيکاريو هو. هيءُ فرقوبهار ۾ پنهنجا پير مضبوط ڪري چڪو هو (٦٢). قصو ڪجهہ هن ريت آهي تہ شيخ شرف الدين احمد بن يحيٰ مانير جو وينل هو. ڪيس چرم پوش سڏيو ويندو هو. سندس نالو احمد هو. برنيءَ جي ”تاريخ فيروز شاهي “ ۾ سندس ذڪر موجود آهي. سلطان ان جو سر دهليءَ ۾ قلم ڪرايو هو. ڇاڪاڻ تہ ان شيخ خدائيءَ جو دم هنيو هو. چوڏهينءَ صديءَ جي آخر ۾ تغلق خاندان جي تباهي شيخ احمد ۽ سندس مريد جي شهادت ڏانهن منسوب ڪئي ويندي آهي (٦٣).

سيد محمد گيسويءِدراز قلندرن جي وڏي عزت ڪندو هو ۽ چشتي طريقي جي وڏن شيخن مان بہ ڪو نہ مڃيندو هو. هو شريعت کي طريقت ۽ حقيقت کان وڌيڪ اهميت ڏيندو هو. هو پنهنجي اهميت جو چئن لحاظن کان اعلان ڪندو هو تہ سيد، صوفي، سني ۽ عالم هو. سندس آتم ڪهاڻي، جيڪا سندس موت کان پوءِ جلد ئي لکي وئي هئي. ان ۾ ڏنل هڪ فهرست ۾ ڪن شين جا نالا ڏنا ويا آهن، جن کان شيخ صاحب نفرت ڪندو هو ۽ قلندر ان فهرست ۾ ائين نمبر تي هئا (٦٤). اسان ان فهرست جو شروعاتي حصو ملاحظي طور ڏيون ٿا.

”8 (اٺون، شيخ صاحب جي نفرت جو سبب): جنهن وقت شيخ قلندرن کي ڏسندو هو سندن نالا ٻڌندو هو ۽ جڏهن سندن قصا ڪهاڻيون، سندن ڪن تي پونديون هيون تہ سخت ناراض ٿي پوندو هو ۽ چوندو هو تہ اِهي اُهي ماڻهو آهن، جيڪي مسلمانن جي ٻارن کي بدراهہ ڪن ٿا ۽ عام ماڻهن کي گمراه ڪن ٿا.“ هڪ دفعي جڏهن وٽس قلندرن جو ذڪر نڪتو تہ هن فرمايو تہ: ”هڪ دفعي هڪ قلندر مون وٽ آيو ۽ مون کانئس پڇيو تہ تون قلندرن جي ٽوليءَ ۾ ڇو داخل ٿئين؟“ هن جواب ڏنو ”مان پنهنجي پيءُ ماءُ کان ڪاوڙجي گهران نڪتس، رستي ۾ هنن قلندرن جو ٽولو ملي ويو. جن مون کي ريهي ريبي پاڻ سان شامل ڪري ڇڏيو.“ (٢). هو هميشه پنهنجن پٽن پوٽن ۽ ننڍي عمر جي ماڻٽن کي چوندو هو تہ ”مان اهو ڪڏهن بہ ڪو نہ چاهيندس، تہ منهنجي اولاد مان ڪو بہ قلندرن کي پاڻ وٽ رهڻ جي اجازت ڏئي، انهن سان ڳالهائي يا وري قلندرن جي ڪا ڳالهہ ٻڌي“

گيسوي‌ءِ دراز اهو انسان هو جيڪو ان طبقي تي هرويرو بہ شڪ ۽ شبهو ڪندو هو. (٣) قلندرن جي ٽولي ۾ بہ بزرگانہ شان جا انسان آهن، جيڪي لوڪ ۾ لڪا ٿڪندا وتندا آهن. هو هميشہ چوندو هو تہ ”شيخ شهاب الدين عمر سهروردي ائين ڇو چيو آهي، تہ قلندرن جي ٽوليءَ ۾ ڪو چڱو ماڻهو بہ هوندو آهي، يعني ڪو بزرگ يا ولي هوندو آهي؟ ان ٽولي ۾ بعضي صوفي، علم جا اڪابر، ڪي ڪامل انسان بہ هوندا آهن؟ ان ڳالهہ جو امڪان هوندو آهي تہ پاڻ کي لڪائڻ واسطي ڪي ولي بزرگ ان ٽولي ۾ اچي شريڪ ٿيندا آهن ۽ اهو غلط آهي تہ ان ٽولي جو هر ڪو ماڻهو ولي بزرگ، صوفي ۽ علم ۽ عقل جو اڪابر يا ڪامل شيخ يا مرشد بہ هوندو آهي. قلندرن جي ٽولي جا ماڻهو شيطان صفت بہ هوندا آهن ۽ انهن ۾ مذهب جي نالي جي ڪا بہ شيءِ موجود ڪا نہ هوندي آهي.

گيسوي‌ءِ دراز ۽ قلندرن سان ذاتي ڏي وٽ جا بہ قصا آهن، جيڪي تفصيل سان هيٺ ڏجن ٿا. پهريون قصو مٿئين درجي سان لاڳاپيل

آهي، جيڪو مٿي ذڪر ڪيل خيالن سان سهمت نہ ٿو ڪائي. هڪ ڏينهن هن پاڻ وٽ قلندرن جي هڪ ٽولي کي مهمان طور سڏيو ۽ سندن سماع وغيره بہ ٻڌو. چاڪاڻ تہ ڪيس اهو ويساهہ هو تہ منجهن ڪو تہ لڪل مرد خدا بہ هوندو. ٻيءَ ڪهاڻيءَ ۾ هن قلندر جي بزرگانہ شان واري دعوي کي ڪوڙو سمجهيو پر ڪيس وهڻ لاءِ استدعا ڪئي ۽ وڃڻ وقت ڪيس ڪجهہ پئسا بہ ڏنا. جيتوڻيڪ گيسوي ۽ دراز انهن قلندرن جو مخالف هو پر پوءِ بہ اهي قلندر ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي لائق هئا ۽ انهن عيبن هوندي بہ کين پئسن جي امداد بہ ڪري سگهجي پئي. گيسوي ۽ دراز جي ٽيڪا ٽپڻيءَ مطابق بحث جا مکيہ نڪتا، جيڪي صوفي شيخن ۽ قلندرن کي پاڻ ۾ ويجهو آڻين ٿا. تن کي اڳ ئي پيش ڪيو ويو آهي. پنهنجي حياتي گذارڻ واري نموني ۾ انفرادي طور هڪ قلندر ڏاڍو جوکائتو رهيو آهي. اهڙي ڏيا ۽ ڏيل رکندڙ قلندر پنهنجي ٽولي ۾ ضرور لڪل هوندو ۽ اسان کي هن اصولي بنياد جي حقيقت کي ڳولي لهڻ لاءِ ضرور کوجنا ڪرڻي پوندي.

داتا گنج بخش هجويري "ڪشف المحجوب" ۾ صوفي بزرگن جي ڪرامتن جو ذڪر ڪري، انهن کي دهلي سلطنت ۾ مشهور ۽ معروف بڻائي ڇڏيو آهي ۽ ڏکڻ ايشيا جي مسلمانن ۾ اڄ تائين بہ اهو ڏاڍو مقبول رهيو آهي (٦٥). هجويريءَ جو اهو خيال تہ ابدال يا وليءَ بزرگيءَ جو هيٺيون درجو آهي. جيڪي تنبن جي ڪلن "اوتادن" کان هلي مٿي قطبن(Pole_star) تائين پهتا آهن. اهي ابدال جن وٽ هن دنيا جي حڪومت هٿ ۾ آهي، اهي پنهنجا لڪل اختيار استعمال ڪندا رهندا آهن ۽ دنياوي حالتن جي رهنمائي ڪندا رهندا آهن ۽ انهن کي صحيح نموني سان هلائڻ جي ڪوشش ۾ رڌل رهندا آهن. ابدال هجڻ جو هڪ اهو شرط بہ آهي تہ هو عام انسان کان لڪل رهندو آهي ۽ سندس سڃا ڪم ماڻهن کان بلڪل لڪل هوندا آهن. ان ڪري قلندرن جي پوشاڪ ۽ هلت چلت ابدالن جيان لڪل ۽ ڳجهي هوندي آهي. ابدالن ۽ قلندرن جي دوستيءَ جو گهڻو امڪان بہ رهندو

آهي. ”خير المجالس“ جو مصنف ناصر الدين محمود جي خانقاهہ تي هڪ قلندر جي اڍنگي هلت جو ذڪر ڪري ٿو ۽ بيان ڪري ٿو تہ هو ابدالي صفتن وارو قلندر هو(٦٦).

ابدالن ۽ قلندرن جي دوستيءَ جو ذڪر اسان کي اتر هندستان جي غير مسلم ادب ۾ بہ ملي ٿو. سورهين صديءَ جي گرو گرنٿ صاحب جي نام ديوَ ڏانهن منسوب ڪيل پڄنن ۾ اهڙو ذڪر موجود آهي. ملاحظي لاءِ حاضر آهي اهڙو هڪ پراڻو پڄن:

پڳوان قلندر اچن ٿا

ابدال واري پوشاڪ ۾ (67).

ابدالن جا ڪم ڪاريون انسانن لاءِ فائدي وارا هوندا هئا. اهي قلندرن وانگي لا مذهب هوندا هئا. انهن جي ڪرامتن جو اظهار ڪاوڙ واري طبيعت ۾ ڪيو ويو آهي، جيڪو عام صوفي بزرگ کان جلال ۾ وڌيڪ هوندو آهي، جيڪو جمال جي تڪميل هوندو آهي. (68).

تيرهين ۽ چوڏهين صديءَجي صوفي ادب ۾ قلندرن جي بيان کي هيٺين عنوانن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

1. صوفين جي طبعي طور ڏيک بابت بيان، جيڪي، ڪنهن خانقاهہ تي سندن اچڻ کان پوءِ لکيا ويندا آهن ۽ اهي(٢)، (٣)، (٤) يا (٦) طبقن متعلق هوندا آهن. ڪڏهن ڪنهن ٻئي طبقي متعلق بيان ڪندا آهن.
2. ٻنهي فرقن، مثال طور ساوا Sava جي جمال الدين، سندس مريد قطب الدين حيدر يا شيخ خضر روميءَ جو بيان، ۽ جيڪي (٣) طبقي سان لاڳاپيل هوندا آهن.
3. بزرگانہ شان رکندڙ ماڻهن جون ڳالهيون يا ابدالن جون ڪهاڻيون، جيڪي قلندرن جي ٽولن ۾ لکل هوندا هئا.
4. صوفي بزرگن ۽ قلندرن جي وچ ۾ نفاق جو تذڪرو اڳتي هلي وري انهن ۾ ڪنهن حد تائين اتفاق بہ پيدا ٿيو. قلندرن جي جلال ۽ ڪرامتن جو بيان. صوفي شيخن جي بزرگانہ شان جو تذڪرو

جنهن ۾ هو پنهنجي سخت توهين به برداشت ڪري ويا.
5. طبقي (۴) تي ٽيل خوني حملن جو بيان.
6. انهن قلندرن جو بيان جيڪي شخصي طور تي ڏاڍا شريف ۽ معزز هئا، جن جو تعلق طبقي (۱) ۽ (۳) سان هو.

هن مقالي ۾ طبقي (۱) جي پوشاڪ ۽ عام ڏيک بابت اڳ ۾ گهڻو ڪجهه چئي چڪا آهيون. وڌيڪ جامع ذڪر خير المجالس (٦٩) ۾ آيل آهي ۽ وڌيڪ حوالو فوائد الفوائد (٧٠)، جن کي وري سيرالاولياءَ ۾ آندو ويو آهي ۽ امڪان اهو آهي ته سير الاولياءَ (٧١) ۾ ڪتان پراڻو مواد به آندو ويو آهي (٧٢). طبقي (٦) متعلق حوالا تمام مختصر آهن، جن ڪي متي ڏنو ويو آهي. شايد جيڪو چوڏهين صديءَ جي وچ واري ڪنهن سيلاني عالم جي تصوير چٽي ٿو (٧٣).

## طبقي (۱) جي قلندر جو عام ڏيک:

گذريل صفحن تي ان طبقي متعلق چڱيءَ پر پڙهي سگهندا.

## قلندرن جي فرقن جي بنياد وجهڻ وارن جا قصا ۽ ڪهاڻيون:

شيخ ناصر الدين "خير المجالس" ۾ ساوا جي چشتي بزرگ جمال الدين ساوي جو قصو هيٺئن بيان ڪري ٿو:

شيخ جمال الدين کي مفتي ڪري سڏيو ويندو هو. هو گهمندڙ ڦرندڙ لائبريري هو. ان کان پوءِ شيخ جو هڪ ٻئي بزرگ سان ٽڪر ڏيکاري ٿو جنهن کي شيخ جمال الدين جي بزرگانه شان جو ٻئي بزرگ کان وڌيڪ اظهار ڪري ٿو.

"قلندرين جي هڪ ٽولي، جنهن ۾ شيخ جمال الدين به شامل هو. ان شيخ وٽ آيا. قلندرن ۽ شيخ جمال الدين کي ڪو عام لباس يا ڪو صوفي خرقو پاتل ڪو نه هو پر ڪين لوهه جا ڪڙا، ڪمبلن جا ٽڪرا ۽ لنگوٽي ٻڌل هئي. شيخ ڪانئن سوال ڪيو ته ڪهڙيءَ سند سان اوهان هيءَ لباس پاتو آهي؟ ته شيخ جمال الدين تي وجداني ڪيفيت طاري ٿي وئي. تنهن کان پوءِ شيخ جمال الدين ڏاڙهي ڪوڙائي، پال جا ٿلها

ڪپڙا پائي قبر ۾ هيٺ لهي ويو. سندس وات پٽيل ۽ اکيون آسمان ۾ کتل هيون. شيخ زهر جو پيالو سندس وات ۾ اوتڻ جو حڪم ڏنو. شيخ جمال اهو زهر ٿڌي پاڻيءَ جيان پي ويو. جڏهن هو ڪجهه هوش ۾ آيو ته ڪيس ٻڌايو ويو ته ڏاڙهي ڪوڙائڻ شرع جي خلاف آهي. هن اتي موجود ماڻهن کي چيو ته جيڪڏهن سندس ڏاڙهي ڏسڻ ٿا چاهين، ته سندن مٿو خرقي هيٺان لڪائن. ٿوري وقت کان پوءِ جڏهن هن ڏاڙهي ظاهر ڪئي ته سندس سفيد ڏاڙهي سيني تائين پکڙيل هئي. (٧۴).

نظام الدين اولياءَ پنهنجي ملفوظات ۾ قطب الدين حيدر کي جلالي شان وارو درويش ڪوٺيو آهي. ڪيس ابدال به چوندو هو جنهن کي هن دنيا جي هلائڻ لاءِ عجيب ۽ غريب اختيار هئا ۽ ان مثان هڪ ٻيو جلالي ابدالي درويش غالب اچي ويو هو. جنهن پنهنجي ڳجهي طاقت سان منگولن کي هندستان ۾ آندو هو. اهڙي قسم جو مواد ادبي ترجمن ۾ موجود آهي (٧۵).

زاوا جي حيدر (٧٦) جو قول آهي ته شيخ نظام الدين پنهنجي پاڪ زبان سان هيئن چيو ته "هو ترڪي نسل جو (٧٧) صاحب حال بزرگ (٧٨) هو. جڏهن چنگيز خان هندستان تي حملو ڪيو ته هڪ ڏينهن ان بزرگ پنهنجي ساٿين ڏانهن منهن ڦيري چيو ته منگولن کان پٺي پاسو ڪيو اهي فاتح ٿيندا."

انهن پڇيو ڇو؟

حيدر ڪين چيو ته "منگول ان درويش جي تحفظ هيٺ اچي رهيا آهن. مان ان درويش سان ڳجهي ڪشتي ڪيڏي ته ان درويش مون کي ڪلهي پٺ تي هنيو ۽ دسي وڌو. حقيقت اها آهي ته اهي فاتح ۽ سوپارا ٿيندا. تنهن ڪري پٺي جان بچايو." پوءِ هو غار ۾ لهي ويو ۽ گم ٿي ويو (٧٩). نتيجي ۾ ائين ٿيو جيئن هن چيو هو. ان قصي ٻڌائڻ کان پوءِ لکندڙ (امير حسن سجزي) سوال پڇيو: "اهو ٽولو جيڪو پنهنجي ڳچين ۾ لوهه جا ڪڙا ۽ ڪراين ۾ ڪڙيون پائيندو آهي، سندس پوئلڳ آهن؟" شيخ جواب ۾ چيو: "هائو هن تصوف ۾ اعليٰ مقام

حاصل ڪيو. هو تتل ڳاڙهي لوهه کي پنهنجن هٿن سان موڙي ڪڙا ۽ ڪڙيون جوڙيندو هو. ان ٽولي مان جيڪي جيٽرا آهن، سي لوهه جا ڪڙا ۽ ڪڙيون پائيندا ٿا اچن. پر اها تصوف جي عظمت ڪاٿي آهي؟“

نظام الدين اولياءَ، ڪنهن ٻئي هنڌ زاوا جي حيدر جي موت جو ٽورو حوالو ڏنو آهي. ٻڌائي ٿو تہ جڏهن پوري هڪ صديءَ کان پوءِ، سندس رهڻ واري جاءِ جو دروازو کوليو ويو تہ هو زندهہ هو. شايد هو ڪنهن خاص اشاري کان پوءِ زندهہ رهڻ لاءِ ترسيل هو. سمجهہ ۾ ائين اچي ٿو تہ نظام الدين جو هيءُ ذاتي رايو ڪجهہ اڻ چٽو آهي. (٨٠). هيءُ ملفوظات منگولن جي خراسان فتح ڪرڻ کان سؤ سال پوءِ جي آهي. جيڪڏهن اهو واقعو دهليءَ ۾ ان وقت ٿيو هجي ها تہ، ان وقت جي لاءِ تازو واقعو هجي ها.

آخري قصو جيڪو اسان هن حصي ۾ شامل ڪريون ٿا، ان جو طبقي (۴) سان ويجهو لاڳاپو آهي، جيڪو تصوف جي مشائخن ۽ قلندرن جي تنازعي ۽ مصلحت تي ٻڌل آهي. پر جنهن ذريعي تان ورتل يا نقل ڪيل آهي، سو غير معروف آهي، جنهن عبدالحق محدث دهلويءَ جي ”اخبار الاخيار“ تان ورتو آهي، جيڪو سورهين صديءَ عيسويءَ جي هندستان جي صوفين جي زندگين تي مشتمل هڪ مختصر رسالو آهي. شاهہ خضر، رومي، جمال الدين ۽ قطب الدين جو همعصر آهي. پر ان زماني ۾ هو نوجوان هو. تنهن ڪري انهن جهڙي رتبي جهڙي روش ڪئي هوندي ۽ سندن پوئلڳن ۾ پاڻ کي شمار ڪو نہ ڪيو هوندائين. ٻي ڳالهہ اها بہ آهي تہ هو گهڻو پري روم يعني اناطوليہ Anatolia جو رهاڪو هو. جنهن مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ، هو ان فرقي يا مسلڪ ۾ دير سان آيو هوندو. ان سلسلي کي جيڪڏهن قطب الدين بختيار ڪاڪيءَ جي زندگيءَ ۾ اعتبار جوڳو سمجهجي، تہ ان لحاظ سان هي هڪ اڳاٽو حوالو آهي، جيڪو قلندرن کي هندستان ۾ موجود ڏيکاري ٿو. عبدالحق هن طرح ٻڌائي ٿو:

”هيءُ قلندري مشرب رکندو هو. اصل ۾ انوطوليہ جو رهاڪو هو. هن ڪان ڪيتريون غير فطري ڳالهيون ۽ ڪرامتون ظاهر ٿيون. هن ڪنهن جي بہ بيعت (٨١) ڪا نہ ڪئي هئي. هو ڪڏهن بہ توبهہ تائب ڪو نہ ٿيو هو. جڏهن هو هندستان ۾ آيو تہ قطب الدين بختيار ڪاڪي اڃا زندهہ هو. هن ڪيس اهڙي طريقي اختيار ڪرڻ لاءِ زور ڀريو. هن ڏانهنس ڪلاهہ ۽ خرقو موڪليو تہ جيئن قطب الدين بختيار ڪاڪي ڪانئس پوءِ سندس جانشيني سنڀالي. اها ڳالهہ اتي ٿي تہ هيڏانهن شاهہ خضر جونپور ڪان هليو. جڏهن هو سرائي هريپور پهتو تہ قطب الدين سندس خليفو ٿيو. ڪيس خلافت جوخرقو ڏئي پاڻ روم هليو ويو. اڄ تائين اهو سلسلو هندستان ۾ زندهہ آهي ۽ اهو قلندري چشتي طريقو آهي. (٨٢).“

ٿي سگهي ٿو تہ هن قصي کي عبدالحق منجهائي بدلائي ڇڏيو هجي، پر اٺويهين صديءَ جون لٿو گراف ۾ ڇپيل بہ لکتون آهن، جن ۾ بہ اهائي حقيقت آهي. هيءَ ڳالهہ تہ قطب الدين، شاهہ خضر روميءَ جو مريد ٿيو ۽ بدلي ۾ شاهہ خضر روميءَ ڪيس خلافت جي خرقي سان نوازيو هو. سترهين صديءَ جي چشتي صوفين جي تذڪره لکندڙن کي منجهائي رکيو هو جن ”اخبار الاخيار“ کي پنهنجو ماخذ سمجهيو هو. جنهن مذڪوره تفصيل کي ڪو نہ لکيو هو (٨٣). هن قصي ۾ ٻنهي شيخن جي باهمي ڏي وٺ ۽ هڪ ٻئي کي سمجهڻ ۽ اثر جي دائري کي محسوس ڪرڻ جي حقيقت واضح ڪيل آهي، جنهن مان هر هڪ کي پنهنجو پنهنجو بزرگانہ ڪمال حاصل آهي. قطب الدين پنهنجي اثر کي نئين آيل انسان مان محسوس ٿيندڙ خطري کي مصلحت سان ٽاري ڇڏيو ۽ ٻئي ڌريون ڪنهن نہ ڪنهن مفيد فيصلي تي پهچي ويون. قطب الدين، شاهہ خضر وٽ هلي ويو. سندس مريد ٿيو ۽ ڪيس اهو بہ اشارو ڏنائين تہ هو هندستان ڇڏي پويان پير ڪري هليو وڃي. چشتي خانقاهہ جا پراڻا ماڻهو بہ هئا، تن سان بہ ساڳيو ورتاءُ ڪيو ويو. جيڪڏهن هو جانشينيءَ تي مقابلو ڪري ها تہ خلافت ۽ خرقي،

جنهن سان گڏ هو تہ اهو ڪاتي بہ اهڙي ئي خانقاهہ قائم ڪري سگهي ها. خضر روميءَ جي ايڏي ڪا مضبوط حيثيت ڪا نہ هئي، جو دهليءَ ۾ رهي پوي ها. چاڪاڻ تہ قطب الدين، جنهن کي هن مريدي ۽ خلافت عطا ڪئي هئي، دهليءَ کان گهڻو دور ڪو نہ هو. اهڙيءَ طرح ٻنهي ۾ رقابت جو سلسلو هلندو رهي ها. تنهن ڪري هو جونپور کان ٿيندو اناطوليہ هليو ويو (۸۴). عبدالحق اسان کي ٻڌائي ٿو تہ قطب الدين، شاهہ خضر جو مريد هڪ اتفاقي واقعي جي ڪري ٿيو هو چاڪاڻ تہ هريپور دهليءَ جي بلڪل پرسان هو ۽ اهو ڏي وٺ جو معاملو هڪ قلندر ۽ چشتي مسلڪ جي صوفين وچ ۾ ٿيو هو. تضاد کي ٽاريو ويو تہ بزرگانہ شان بہ رهجي ويو. سترهين صديءَ جو هڪ ٻيو صوفين جو تذڪرو عبدالحق جي بيان جي تائيد ڪري ٿو. اهو ٻڌائي ٿو تہ خضر روميءَ جي اناطوليہ ڏانهن واپسيءَ کان اڳ ۾ شيخ نجم الدين سندس مريد ٿيو هو ۽ اهو نجم الدين ۽ قطب الدين جي دور انديشيءَ جي ڪري ٿيو هو. جو قلندريہ ۽ چشتيہ طريقو هندستان جي مختلف جڳهن تي قائم ٿي ويو. ان تذڪري ۾ قلندري چشتي طريقي جي 14 شاخن جو ذڪر ملي ٿو. (۸۵)

## طبقو (۳) قلندرن ۾ لڪل ابدال:

هن قصي جو اڳاٽو ورجاءُ نظام الدين اولياءَ جي ملفوظات ۾ ملي ٿو. جيڪو فوائد الفواد (۸٦) ۾ لکيل آهي. اهو حوالو نظام الدين جي خانقاهہ ۾ هڪ قلندر جي اچڻ متعلق آهي. شيخ ٻڌائي ٿو تہ شيخ بهاءُ الدين ملتانيءَ وٽ ڪي ڪي لڙي ويندا هئا. پر فريد الدين وٽ تہ هر هڪ ماڻهو اڻ پڇيو وڃي سگهندو هو. وري ٻئي هنڌ ڪاتي بهاءُ الدين ملتانيءَ جي جو اليق (۸۷) قلندرن لاءِ نفرت جي ڳالهہ بہ ٻڌائي آهي، جنهن ۾ هن اهو تاثر ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ چشتي، سهروردين کان وڌيڪ ڀلا هئا. هڪ قصو سندس جانشين ناصر الدين محمود ڪتان شاهديون گڏ ڪري ٻڌايو آهي (۸۸)، جيڪو ڪنهن تذڪري مان ورتو ويو آهي. ناصر الدين محمود ٻڌائي ٿو تہ جڏهن

ناصرا لدين محمود بغداد مان واپس اچي رهيو هو تہ (شهاب الدين عمر سهرورديءَ کان خلافت وٺڻ کان پوءِ) اتي اچي منزل ڪيائين. جتي ڪا بہ سراءِ وغيره ڪا نہ هئي. تنهن ڪري مسجد ۾ ترسي پيو. اتفاق سان قلندرن جو ٽولو بہ اتي اچي نڪتو سي بہ ان مسجد جي ڪنهن ڪنڊ ۾ اچي ٽڪيا. جڏهن شيخ بهاءُ الدين رات جو عبادت لاءِ اٿيو تہ ڏسي تہ هڪ قلندر جي مٿي تي خدا جو نور وسي رهيو آهي. شيخ قلندر جي پرسان ويو ۽ چيائين:

”خدا جا نيڪ بندا تون هنن قلندرن جي وچ ۾ ڇا ڪندو آهين؟“

”زڪريا، انهيءَ لاءِ تون ڄاڻي سگهين تہ عام ماڻهن جي وچ ۾ ڪو خاص ماڻهو هوندو آهي، جنهن جي طفيل عام ماڻهو بخشيا ويندا آهن.“ قلندر جواب ۾ چيو.

ناصر الدين محمود وڌيڪ چوي ٿو تہ اهو درويش ساوا Sava جو جمال الدين هو جيڪو قلندري طريقي جو باني هو.

گهڻن نڪتن جي ڪري ناصر الدين محمود جو قصو نظام الدين واري قصي کان مختلف آهي. نظام الدين انهن کي جواليق ٿو سڏي ۽ ناصر الدين محمود انهن کي قلندر ٿو ڪوٺي. هتي اسان جي خيال کي هٿي ملي ٿي تہ ٻنهي مشربن جي وچ ۾ واضح فرق ڪو نہ هو. اهو قصو حقيقت تي مبني ۽ تفصيلي آهي. اهو واقعو ۽ ”خدا جا نيڪ بندا“ جي سڃاڻ وارا لفظ ڪنهن پوئين دور جي ماخذ تان ورتل آهن. بهاءُ الدين پنهنجي جوانيءَ جي ڏينهن ۾ تيرهين صديءَ جي شروعات ۾ جمال الدين جي دمشق ۾ سن 1232ع ۾ وفات کان اڳ خلافت ورتي هئي. انهن ٻنهي جي ملاقات جو امڪان آهي تہ عراق يا ذڪڙ ايران ۾ ٿي هوندي، جيڪڏهن ملڻ جو واقعو ٿيو بہ هجي، جيئن قصي ۾ آهي تہ سڃاڻپ جي صحت شڪ کان خالي ناهي. ٿي سگهي ٿو تہ واقعي ۾ سچائي هجي، گيسوي ۽ دراز اهڙي قسم جي خيالن کي بهاءُ الدين جي مرشد شهاب الدين عمر ڏانهن منسوب ڪيو آهي، جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي. (٨٩)

## طبقو (۴) قلندرن ۽ صوفي مشائخن جي وچ ۾ تنازعا:

اهڙا قصا جن جو اڳ طبقي (۲) ۾ مطالعو ڪيو ويو آهي، تن کي هن طبقي ڏانهن منسوب ڪيو ويو آهي. انهن مان گهڻا قصا قلندرن جي اڳرائيءَ جي نشاندهي ڪن ٿا، جيڪي گهڻو ڪري سندن رهائش سان تعلق رکن ٿا. يا وري ڪڏهن اهي بحث ۾ پڇي ڪو نہ سگهندا آهن يا وري سندن بزرگي شان ۽ ڪمال تي جهڳڙو هوندو آهي.

نظام الدين، قلندرن جي هڪ ٽولي جو شيخ بهاءُ الدين ملتانيءَ وٽ اچڻ جو ذڪر ڪري ٿو. پهريون تہ اهو بہ ٻڌائي ٿو تہ هو قلندرن کان سخت نفرت ڪندو هو. جڏهن قلندرن جو ٽولو وٽس آيو تہ اچي ڪانئس خيرات گهريائون. شيخ بهاءُ الدين ڪين خيرات ڏيڻ کان انڪار ڪيو. جنهن تي هو سخت ڪاوڙجي پيا. وٽي سرون هٿن ۾ کنيائون ۽ ڪيس هڻڻ لڳا. شيخ بهاءُ الدين خانقاهہ بند ڪرڻ جو حڪم ڏنو. ٿوري وقت گذرڻ کان پوءِ شيخ چيو تہ مون کي هتي شيخ بهاءُ الدين عمر سهروورديءَ ويهاريو آهي. مان پاڻ پنهنجي مرضيءَ سان هتي ڪو نہ ويٺو آهيان. خدا جي هڪ نيڪ بندي مون کي هتي ويهاريو آهي. پوءِ هن خانقاهہ جي دروازي کولڻ جو حڪم ڏنو. جڏهن اهو کليو تہ جواليق ڪنڌ نوائي ٻاهر هليا ويا. (۹۰)

اسين هن قصي ۾ ڏسون ٿا تہ جواليق شيخ بهاءُ الدين جي بزرگانہ شان جي عزت رکي آهي. قصي مان اهو بہ معلوم ٿئي ٿو تہ جواليقن کي شيخ بهاءُ الدين (۹۱) سندس عزت ڪرڻ لاءِ جڻ مجبور ڪيو هو.

ان قصي ۾ ٻين قصن جيان اها ڳالهہ بہ واضح آهي تہ جواليق يا قلندر درگاهن تي ضرور اڳرائي ڪندا رهندا هئا. قلندرن جي اچڻ جو هڪ قصو شيخ نظام الدين ٻڌائي ٿو جن ۾ شيخ نظام الدين جي آڏو گٿا لفظ ڳالهايا، جيڪي سندس روبرو ڳالهائڻ نہ گهربا هئا. نطام الدين ڪين ڪجهہ بہ ڪو نہ چيو. بلڪ سندن سمورا مطالبا پورا ڪيائين. پوءِ هن ڪچهريءَ ۾ موجود ماڻهن ڏانهن منهن ڪيو ۽ هن ڏنو تہ اهڙا ڪيترائي ماڻهو اتي موجود هئا، جن جو انهن ڏانهن ڏيان ڇڪيل هو.

انهن مان هڪ قلندرن کي ڪجهہ ڏنو. اهي قلندر خانقاهہ ۾ ايندا هئا، جيڪي وٽندو هون، سو چٽي وٺندا هئا. کين ڪا بہ روڪ ٽوڪ ڪا نہ هوندي هئي. هڪڙن جي پورائي پيا اچي ڪندا هئا. (يعني شيخ صاحب جي تيڪا ٽپڻي واضح ڪا نہ ٿي ڏسجي).

ٻيو قصو نظام الدين سندن اڏنگن لفظن متعلق ٻڌائي ٿو تہ هو گندا لفظ ڪڍندا رهيا. شيخ صاحب انهن جو کين ڪو بہ جواب ڪو نہ ڏنو جيستائين دنيا سهندي رهندي، تہ اسان جرم ڪندا رهنداسون ۽ اوهان سهندا رهندؤ.

ٽيون قصو نظام الدين قلندر جو ٻڌائي ٿو. جنهن شيخ فريد الدين جي سامهون اچي چيو "تو پاڻ کي بت بڻائي رکيو آهي؟"

"مون نہ. پر خدا تعاليٰ بنايو آهي." فريد الدين وراڻيو.

"نہ. تو پنهنجو پاڻ کي بڻايو آهي" هن ورجايو.

"مان پنهنجو پاڻ ڪو نہ بڻيو آهيان، مون کي الله تعاليٰ پيدا ڪيو آهي." شيخ فريد الدين ورندي ڏني.

جڏهن سوال ڪندڙ اهو جواب ٻڌو تہ شرمسار ٿيو.

خير المجالس ۾ قلندرن جو گهڻو ذڪر ڪيو ويو آهي. منجهس 38 مجلسن جون ڳالهيون آهن ۽ گفتگو جي شروعات هن قسم جي واقعي سان شروع ٿئي ٿي. (٩٣)

مصنف حميد قلندر ناصر الدين محمود سان افطار ۾ گڏ هو جتي هڪ قلندر جيڪو هڪ ابدال هو، سو پڻ موجود هو. جڏهن نوڪر مهمانن جا هٿ ڌوئارڻ تي هئا تہ اهو ابدال اٽي بيٺو ۽ مجلس ڇڏي هليو ويو. شيخ کيس موٽائي آڻڻ واسطي، پنهنجو نوڪر ڊوڙايو. واپس اچڻ تي هن ٻئي هنڌ ويهڻ لاءِ زور پريو. هو مصنف جي مٿان چڙهي ويٺو ۽ سندس هڪ گوڏو مٿي ايو هو.

تنهن کان بعد شيخ، هڪ قلندر جو قصو ٻڌائي ٿو تہ اهو شيخ فريد الدين جي خانقاهہ تي آيو هو. شيخ فريد پنهنجي حجري ۾ ويٺو

هو. اهڙي وقت تي دروازو بند هوندو آهي ۽ ڪنهن کي اندر اچڻ جي اجازت ڪا نہ هوندي آهي. گلم. جيڪو جاءِ نماز جو ڪم ڏئي رهيو هو سو در جي سامهون وڇايل هو جنهن تي قلندر ويهي رهيو. ان وقت جيڪو خادم خدمت جي بجا آوريءَ لاءِ موجود هو سو شيخ بدرالدين اسحاق هو. جنهن پنهنجي حليم طبيعت جي ڪري ڪجھ بہ ڪو نہ چيو ۽ هن لاءِ ماني آندائين. قلندر خيال ظاهر ڪيو تہ هو ماني کائڻ کان اڳ شيخ فريد الدين سان ملڻ چاهي ٿو. خادم کيس وراڻيو تہ شيخ صاحب اندر حجري ۾ آهي، ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي اندر وڃڻ جي اجازت ڪانهي. چيائين تہ اوهان اول ماني کائو تہ پوءِ اوهان کي شيخ صاحب وٽ وٺي هلندس. قلندر ماني ڪاڍي ماني کائڻ کان پوءِ، هو هشيش ڪيڍي ڪشڪول ۾ ان کي ڳوهڻ لڳو. ان جا بہ چار قطرا شيخ فريد الدين جي جاءِ نماز تي ڪري پيا. خادم شيخ بدر الدين اسحاق اڳتي اچي کيس چيو اهو ڪافي ٿيو هاڻي بس. قلندر رڙ ڪري بدر الدين کي پر ڪري ڪشڪول وهائي ڪيڻ تي هو. تہ شيخ فريد الدين اندران حجري مان پڄندو آيو. قلندر جو هٿ جهلي چيائين تہ کيس پنهنجي محابي بخشي ڇڏي. قلندر چيو تہ درويش ڪڏهن بہ ڪاوڙ ۾ پاڻهن متي ڪو نہ ڪٽندا آهن، پر جڏهن اهي ڪٽندا آهن تہ هيٺ نہ ڪندا آهن. شيخ فريد الدين کيس پر واريءَ پٽ کي هٽڻ لاءِ چيو. قلندر اهو ڪشڪول پٽ تي هٽي ڪڍيو تہ پٽ ڪري پئي. ناصر الدين محمود ان کان پوءِ ٻڌائي ٿو تہ عام ماڻهن جي وچ ۾ ڪڏهن خاص ماڻهو بہ هوندو آهي ۽ پوءِ هن طبقي (3) متعلق هڪ قصو ٻڌايو. ان کان پوءِ ساوا جي جمال الدين متعلق هڪ ڳالھ ٻڌائي، جيڪا متي اچي چڪي آهي. ناصر الدين محمود هڪ ڳالھ ٻڌائي تہ خانقاھ ۾ هن هڪ قلندر کي افطار لاءِ زور پريو. حميد قلندر جنهن اهي ڳالهيون لکيون آهن، چوي ٿو تہ هن اهڙو قلندر اڳي ڪو نہ ڏٺو هو.

سيد محمد گيسوي‌ءِ دراز ۽ قلندرن جي وچ ۾ بہ پيرا جهڳڙو تاريخ حبيبيءَ ۾ ڏنل آهي. گهڻو ڪري اهي گلبرگ دهليءَ مان دکن

ڏانهن هجرت ڪندي ٿيا هئا. اهو چوڏهين صديءَ جي پڇاڙيءَ وارو زمانو هو. شيخ گيسوي‌ءِ دراز کي قلندرن سان همدردي ڪجهه گهٽ هوندي هئي. ان ڳالهه مِ اهو ڏيکاريل آهي ته قلندرن کي شيخ گيسوي‌ءِ دراز وٽ رهڻو هو ان ڪري ڪجهه مصلحت پسند ٿي پيا هئا (٩۴).

ڇهون قصو آهي، ته هڪ ڏينهن قلندرن جو ٽولو شيخ جي خانقاهه جي در تي آيو. ڪين جهنڊو هٿ مِ هو لڙ ۽ شور مچائي رهيا هئا. شيخ صاحب کي ڪشف جي ذريعي پتو پيو ته ان قلندر جي ٽولي مِ هڪ مرد خدا بہ آهي. تنهن ڪري هن ڪين پنهنجي روبرو سڏايو ۽ هنن پنهنجي طبقي جي سماع جي محفل شروع ڪئي. جيتوڻيڪ شيخ صاحب هن ٽولي سان ملڻ ئي ڪو نہ پئي چاهيو ۽ نہ وري اهو پئي چاهيو تہ هو ساڻس ڳائي يا هو سندس هٿ چمن. پر هڪ مرد خدا جي ڪري، جيڪو انهن مِ لڪو گهمندو ٿي وتيو هنن جي سماع جي محفل روبرو ٻڌي.

ستون قصو هن ريت آهي تہ هڪ ڏينهن هڪ قلندر جنهن جو نالو منصور هو سو خانقاهہ جي در تي آيو. ڪيس قلندرانہ حال ٽڳا پاتل هئا. وٽس نيزو دف ۽ نشان ساڻ هئا. هن اچڻ سان ئي گوڙ شروع ڪيو. شيخ صاحب کي اطلاع ڪيو ويو تہ منصور نالي هڪ قلندر آيو آهي. هيءُ مرڪيو ۽ چيائين تہ هي لڙ بکيڙو ڇو ڪيو اٿائين. هن ڪيس ٿوري وقت لاءِ ترسايو ۽ آخر پاڻ وٽ گهرايائين. پر ڪيس چيائين تہ دف ۽ جهنڊو اتي ٻاهر ڇڏيو پوءِ هلي شيخ صاحب سان ملاقات ڪريو. جڏهن هو شيخ صاحب جي روبرو آيو تہ پنهنجي قلندرانہ زبان جا خاص محاورا ڳالهائڻ لڳو ۽ شيخ صاحب جا اچي پير چميائين. هن شيخ صاحب کي ٻڌايو تہ وٽس پير صاحبن جي حڪم مطابق آيو آهي. هن پنهنجي سلسلي جي گهڻن ماڻهن جا نالا ڪنيا. شيخ صاحب پنهنجي نظر سندس دل تي وڌي ۽ هڪدم جواب ڏنائين تہ توکي ڪنهن بہ ڪو نہ موڪليو آهي. اچ، هٿ ويهہ (٩۵)." هن پنهنجي نوڪر قاضي سراج الدين کي حڪم ڪيو:

”هن جي ڪاڻ لاءِ ڪجھ ڪٽي اچ.“

آخر ۾ هن قلندر کي ڪجھ روڪ پئسا ۽ ڪجھ ٻيون شيون ڏئي روانو ڪيو.

قلندرن ۽ شيخن جا ٻيا قصا آهن، جيڪي غير چشتي سلسلي وٽان نقل ڪيا ويا آهن. انهن جا حوالا ڏئي چڪا آهيون، پر انهن جو تفصيل هيٺ پيش ڪنداسون:

1. چوٿين صديءَ جي پوئين ڏهاڪي ۾ هڪ قلندر سهروردي شيخ جلال الدين مخدوم جهانيان وٽ آيو. جنهن کي پندرهن سالن کان وٺي، چمڙي جي پوشاڪ پاتل هئي ۽ هاڻي هن ان سلسلي کي ڇڏڻ تي چاهيو. هن صوفي ٿيڻ تي گهريو ۽ صوفين وارا ڪپڙا پائڻ تي چاهيائين. شيخ سندس گذارش قبول ڪئي ۽ کيس پنهنجو مريد ڪيائين ۽ سندس چمڙي وارو لباس لهرائي، ان لباس پائڻ جي تلقين ڪئي، جيڪو الله جي رسول جا دوست پائيندا آهن. (٩٦)
2. هڪ ڏينهن هڪ قلندر شيخ شرف الدين احمد بن يحيٰ وٽ آيو. قلندر کي لوهه پاتل هو.

”اي درويش اهو لاهي ڇو نه ٿو ڇڏين؟“ شيخ شرف الدين احمد کيس ڏسندي ئي چيو.

”ڪو اهڙو ماڻهو آهي، جيڪو هنن کي ٽوڙي سگهي.“ قلندر وراڻيو.

شيخ مراقبي ۾ هليو ويو ۽ قلندر جي جسم تي پاتل لوهه ذرا ذرا ٿي ڪرڻ لڳو (٩٧).

هڪ قصو جنهن ۾ هڪ قلندر هڪ مجذوب خواجه گرگ تي حملو ڪيو هو، جيڪو طبقي (۵) سان لاڳاپيل ۽ صفحي (٩٨) تي لکيل آهي، اهي ٻئي واقعا ۽ انهن جهڙا واقعا، جيڪي تاريخ حبيبي ۾ گيسوي دراز متعلق لکيل آهن، تن مان ٻڌائيندڙ جو مقصد اهو آهي ته،

چوڏهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۽ پندرهين صديءَ جي اڳياڙيءَ ۾ قلندري سلسلو پنهنجو اصلي ماڳ مرتبو ۽ بزرگي وڃائي چڪو هو.

## طبقو (۵) قلندرن جي خوني حملن جا قصا ۽ ڪهاڻيون:

هيٺ اهڙا قصا ڏجن ٿا، جن ۾ قلندرن يا حيدرين صوفي شيخن مٿان حملا ڪيا اهي سوچيل سمجهيل هئا يا اتفاقي، يا وڏن شيخن کان قلندرن يا حيدرين کي نفرت هئي، يا قلندرن ۾ انفرادي نفسياتي مونجهارا هئا. ان بابت ڪا به خبر پئجي ڪا نه ٿي سگهي.

1. هيءَ قصو صوفي تذڪري مان ورتل آهي ۽ اسين مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون ته، هڪ حيدري قلندر سلطان جلال الدين فيروز خلجيءَ جي چوڻ تي سيدي مولا تي پاڪي ۽ جوالن سبڻ واري سئي سان حملو ڪري ڏنو هو. ان قلندر جو نالو باهري هو. قلندر حيدري طوسيءَ جو مريد هو. سيدي مولا ان قلندر جي حملي ڪري سخت زخمي ٿي پيو هو. (۹۸)

برنيءَ جي هن حوالي مان اسان کي پتو پوي ٿو ته اهڙا به قلندري ٽولا هوندا هئا، جن جا قلندر حيدري ماڻهن تي سُئن ۽ پاڪين سان حملا ڪندا هئا. جتي صوفي تذڪرا قلندرن لاءِ خاموش آهن، ته اتي تاريخ جا حوالا وڏي شاهديءَ جو ڪم ڏين ٿا. دهليءَ سلطنت ۾ سياسي قتل ته عام جام پيا ٿيندا هئا. نزاري اسماعيلين جو الموت ۾ قتل عام هڪ وڏو يادگار واقعو آهي. (۹۹) شيخ فريد الدين تي حملو به هڪ اهڙو واقعو آهي. اهو خود نظام الدين اولياءُ ۷۱٦هه ۾ ٻڌايو هو. هڪ ماڻهو سندس خانقاهه مان پڪڙيو ويو، جنهن هڪ وڏو خنجر پاڻ سان لڪائي رکيو هو. تذڪره نويس امير حسن چوي ٿو ته، ”خدا ڄاڻي اهو الائي ڪير هو؟“ فريد الدين جي ان حملي واري قصي کان اڳ غزنيءَ ۾ به اهڙو واقعو ٿيو هو. واعظ جيئن ممبر (۱۰۰) تان هيٺ لهي رهيو هو ته مٿس خنجر جو وار ڪيو ويو ۽ کيس قتل ڪيو ويو. هيءُ شايد قلندري سلسلي جي ايري اچڻ کان اڳ جو واقعو آهي.

2. شيخ فريد الدين تي حملو جيئن نظام الدين ٻڌايو آهي. (۱۰۱)

”هڪ ڏينهن جيئن شيخ الاسلام فريد الدين صبح جي نماز پڙهي مراقبي ۾ ويهي رهيو تہ هن پنهنجو منهن زمين تي رکي ڇڏيو ۽ استغراق جي عالم ۾ محو ٿي ويو. سياري جي موسم هئي، هوا ٿڌي هئي. تنهن ڪري پوستين آٽي مٿان اوڍيائون. اتي سواءِ منهنجي (نظام الدين جي) ٻيو ڪو بہ خادم موجود ڪو نہ هو. ان وقت هڪڙو ماڻهو آيو. جنهن السلام عليڪم وڏي آواز سان چيو. جنهن شيخ صاحب جي استغراق ۾ خلل وڌو. شيخ صاحب جي منهن مٿان پوستين پيل هئي، هن پڇيو. ”ڪير آهي؟“

”مان آهيان“ نظام الدين وراڻيو.

”جيڪو ماڻهو آيو آهي، سو ترڪ تہ نہ آهي. سندس قد وچولو ۽ رنگ ڦڪو آهي؟“ شيخ صاحب پڇيو.

نظام الدين چوي ٿو تہ مون ان ماڻهوءَ ڏانهن نهاريو ۽ جواب ڏنم. ”هائو سائين، بلڪل ائين آهي.“

شيخ صاحب چيو تہ ”سندس چيلهہ تي چوڏاري زنجير ويڙهيل آهي؟“

مون ان ماڻهوءَ ڏانهن نهاري ڏٺو تہ واقعي ائين هو.

”هائو سائين، لوهہ جا ڪڙا چوڌاري ويڙهيل اٿس.“

مان ان ڏانهن نهاري جواب ڏئي رهيو هوس ۽ هو ڏاڍو منجهيل ٿي ڏٺو.

”هن کي چئو تہ پنهنجي بيعزتي ٿيڻ کان اڳ هتان هليو وڃي.“ شيخ صاحب چيو.

جڏهن مون هن ڏانهن نهاريو تہ هو ٻاهر وڃڻ لاءِ روانو ٿي چڪو هو.

هيءَ هڪ اهڙو واقعو آهي، جنهن کي فقط اڪيئن ڏٺي شاهد ڏٺو. ان کي اٽڪل اڌ صدي پوءِ لکيو ويو هو. هن قصي کي واضح نموني لکيو بہ ڪو نہ ويو آهي تہ حملہ آور قلندر هو يا چشتي؟ شيخ صاحب سان ملڻ يا مٿس حملو ڪرڻ آيو هو، سو بہ چٽو ڪو نہ آهي. سندس فقط ڏيک ويک بيان ڪيو ويو آهي. جيئن هو ترڪ هو يا سندس چيلهہ جي چوڏاري زنجير ويڙهيل ۽ ڪن ۾ والا ۽ سندس رنگ ڦڪو هو. سورهين

صديءَ ۾ جماليءَ متعلق لکٽيون وڏن چشتي شيخن ۽ سهروردي سلسلي جي مشائخن جي زندگين بابت تذڪرن تي مشتمل آهن. انهن کي پيا ماخذ بہ ڪو نہ آهن. ان ڪري سڀ اندازن ۽ تخمينن تي لکيل آهن ۽ اهو بہ ٻڌايو ويجي ٿو تہ قلندر وٽ چاقو لڪل هو ۽ هو اجوڌن جي قاضيءَ تي خوني حملو ڪرڻ وارو هو. (102)

جمالي جي اندازي ۽ تخمينن بابت اسين اهو چئي سگهنداسون تہ:

1. اهو امڪان آهي تہ ملاقات لاءِ ايندڙ ماڻهوءَ جو قتل جو ارادو هجي. جيئن اسان کي قصي جي اصلي حوالي مان معلوم ٿئي ٿو.
2. هڪ ترڪ جنهن کي زنجير پاتل ۽ ڪنن ۾ والا هجن، سو حيدري يا قلندر هجي (103)
3. اهو ضروري ڪو نہ هو تہ چاقو هجيس، ڇو تہ قلندرن يا حيدرين وٽ تہ پاڪي ۽ جوالن سبڻ وارو سئو هوندو هو. جنهن سان عموماً حملا ڪندا هئا.
4. اها بہ هڪ غير حقيقي شيءِ لڳي ٿي، جنهن ۾ سلطان جي حڪم تي قلندرن مخالف سلسلي جي پوئلڳ تي پاڪي ۽ سئي سان حملو ڪيو هجي. (۱۰۴).

ان کان پوءِ اسان چشتي مسلڪ جي شيخ ناصر الدين محمود تي مؤثر حملا ڏسون ٿا. اسان کي بہ اهم شاهديون بہ ميسر آهن. اهي اکين ڏٺا شاهد ڪو نہ هئا، پر واقعي وقت شيخ ناصر الدين محمود جي خانقاهہ سان ويجهو لاڳاپو رکندا هئا. جيڪڏهن تفصيل ۾ وڃجي ٿو تہ شاهديءَ ۾ گهڻو فرق نظر اچي ٿو. جيڪو عام طور تي اوچتن هنگامن ۾ ٿيندو آهي ۽ اڄ ڪلهہ وارين عدالتن ۾ اهڙا واقعا پيش ٿيندا رهندا آهن. هڪ قصي جي شاهديءَ مان اهو معلوم ٿيندو تہ حملي آور قلندر ڪو نہ هو.

### 3. ناصر الدين محمود تي حملي متعلق قلندر جو ٻڌايل قصو:(۱۰۵)

"هڪ ڏينهن شيخ صاحب ٻپهريءَ جي نماز پڑهي جماعت خاني مان پنهنجي شخصي حجري ۾ ويو. ونس در تي ڪو دربان ڪو نہ هو.

سندس خاص خدمتگار زين الدين سندس پاڻيجو هو. هو ان حجري ۾ ٻه هليو ويندو هو. پر اتي ڪڏهن ڪڏهن موجود ڪو نه هوندو هو. جيئن شيخ صاحب استغراق جي عالم ۾ هو ته هڪ بودلي قسم جو گدلو قلندر اچي سندس شخصي حجري ۾ نڪتو. سندس چيلهه سان چاقو ٻڌل هو. جنهن سان شيخ صاحب کي زخمي ڪرڻ لڳو. شيخ صاحب جي جان تي هن ٻارهن زخم رسايا. شيخ صاحب استغراق جي عالم ۾ محو هو ۽ خاموش پيو رهيو. ان حجري مان ٻاهر ويندڙ هڪ نالي هئي، جنهن مان شيخ جو رت وهي ٻاهر نڪرڻ لڳو. ڪن مريدن جڏهن رت کي ناليءَ رستي ٻاهر ايندي ڏٺو ته حجري ۾ اندر گهڙي ويا. ڏٺائون ته اهو بودلو ۽ گدلو قلندر شيخ صاحب تي چاقو سان حملا ڪري رهيو هو ۽ شيخ صاحب صبر ڪيو ستو پيو هو. مريدن اهڙي ڏنگي ماڻهوءَ کي سخت سزا ڏيڻ پئي چاهي، پر شيخ صاحب ان قلندر کي نقصان رسائڻ جي کين اجازت ڪا نه ڏني. هن عبدالمقتدر ٿانيسريءَ کي، جيڪو سندس خاص مريدن مان هڪ هو ۽ شيخ صدر الدين حڪيم کي پنهنجي منهن قسم کڻايو ته ان قلندر کي ڪنهن به قسم جو ڇيهو نه رسائيندا. شيخ صاحب ان قلندر کي ويهه چانديءَ جا تنڪا (١٠٦) ڏنا ته مبادا کيس زخمي ڪرڻ وقت قلندر جي هٿن کي جوکو رسيو هجي. ان واقعي کان پوءِ شيخ صاحب تي سال وڏيڪ جيئرو رهيو. (١٠٧)."

## ناصر الدين تي خوني حملو، سيد محمد گيسوي دراز جو بيان ڪيل قصو (١٠٨)

هي لفظ ناصر الدين محمود جي گفتگو مان ورتل آهن ۽ ٻڌائيندڙ گيسويءِ دراز آهي.

"هڪ چريو ماڻهو هوندو هو. سندس نالو ترابي هو. هو شيخ صاحب جي شخصي حجري ۾ پيو ايندو ويندو هو ۽ کيس جهل پل ڪا نه هوندي هئي. هڪ ڏينهن روزمره جيان شيخ صاحب وٽ اڪيلو وينو هو. هن قلم تراش چاقو ڪڍي شيخ صاحب مٿان حملو

ڪيو. قصو جيڪو شيخ صاحب پاڻ ٻڌائيندو هو، سو تہ ڏکو آهي. خير ان قصي جو مرڪزي نڪتو اهو آهي تہ هن شيخ صاحب کي پنج زخم رسايا. جڏهن اهو شخص شيخ صاحب تي چاقوءَ سان وار ڪري رهيو هو تہ شيخ صاحب فقط کيس ايترو چئي رهيو هو تہ "ترابي، توکي ڇا ٿي ويو آهي؟"

هن پنهنجو هٿ ترابيءَ جي سامهون جهليو ۽ ترابي کيس هٿ ۾ چاقو هڻندو رهيو. ايتري قدر جو سندس سيئي آڱريون ڇيرجي ڇچرجي ويون. اهي ڇڻي بہ ويون پر لکڻ وقت سندس آڱريون پيٽيون ڪو نہ ٿينديون هيون ۽ نماز ادا ڪرڻ وقت، جتي آڱريون پيٽيون رهڻ کپن، اتي اهي سڌيون رهنديون هيون. آخر رت حجري مان وهي اڱڻ ۾ پهتو جيڪو ڏهہ گز (وال) موڪرو هو ۽ اهو رت ناليءَ رستي ٻاهر آيو جتي رڌڻو هو جتي زين الدين ۽ ٻيا خادم رهندا هئا. جڏهن انهن رتُ ناليءَ ۾ وهندو ڏٺو، تڏهن وٺي ڀڳا. پر مولانا زين الدين اتي اڳ ۾ پهتو. ترابي مولانا زين الدين کي ڪڍ پيو ۽ کيس چاقوءَ جا گهاءَ رسائڻ لڳو. بچاءَ ۾ مولانا زين الدين بہ پنهنجو هٿ ٻاهر ڪڍي بيٺو. ترابيءَ سندس هٿ زخمي ڪيو. آخر ۾ خواجہ بشير چاقوءَ سميت کيس پڪڙي ورتو.

شيخ ناصر الدين چوندو هو تہ: "اهو خدا جو وڏو احسان هو جو مان پنهنجا حواس بحال رکيا هئا. مان ان وقت ئي اهو چئي ڇڏيو هو تہ جيڪڏهن ڪو هن کي ڪجهہ چوندو، تہ مان ناراض ٿي پوندس. جيڪڏهن مان ائين نہ ڪريان ها تہ ماڻهو ان کي وڏي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏين ها."

شهر ۾ وٺي هُل ٿيو تہ شيخ صاحب کي گهاءَ رسيا آهن. ڪن چيو تہ مري ويو آهي. ٻين وري ڪجهہ ٻيو چيو. جن ماڻهن اهو قصو بازار يا گهرن ۾ ٻڌو، سي روئڻ پٽڻ لڳا. جيئن تہ اهو قلم تراش چاقو ننڍو هو، ان ڪري ان جا زخم بہ گهاءَ ڪو نہ هئا. فقط هڪ زخم، جيڪو پاسرين کان هيٺان رسيو سو ڪجهہ گهرو هو. حڪيمَ، ماڻهو، قاضي صدر جهان، حاجب خاص، ملڪ ناٿو سڀ شيخ صاحب وٽ

آيا. ملڪ ناٿوءَ چيو ”مان بادشاهہ جو آفيسر آهيان ترابي منهنجي حوالي ڪريو.“

شيخ صاحب، ترابيءَ کي ملڪ ناٿوءَ جي حوالي ڪيو ۽ قاضي صدر جهان کي چيائين تہ ”قاضي صدر جهان، مان فريادي ڌر آهيان ۽ ٻيا سڀ منهنجا عزيز آهن. مان پنهنجو حق معاف ٿو ڪريان. ٻيا منهنجا مائٽ، جيڪي منهنجا پائر ۽ پينرون ۽ ٻار هتي موجود آهن، سي سڀ ان کي معاف ڪن ٿا.“ قاضيءَ پڇيو: ”توهان بہ ان کي معاف ڪيو؟“

”اسان سيني ان کي معاف ڪيو“ سيني گڏجي ورائيو. ”قانوني طور هن جي خلاف ڪو بہ الزام ڪونهي ڪو.“ صدر جهان چيو تہ هو مقامي گورنر کي هن معاملي کان آگاهہ ڪندو. وڏيڪ جيئن ان حڪم ڪيو ان مطابق عمل ڪيو ويندو.

ان زماني ۾ ملڪ ڪبير دهليءَ جو گورنر هو. صدر جهان، سلطان جي غير حاضريءَ ۾ وٽس ويو ۽ سڄي ڳالهہ وچي کيس ٻڌايائين.

”هن معاملي ۾ مٿس خون بها ڪا نہ ٿي بيهي“ (١١٠) ملڪ ڪبير جواب ڏنو.

ترابي ملڪ ناٿوءَ جي گهر ۾ موجود هو. جنهن ڏينهن ان کي آزاد ڪيو ٿي ويو، ماڻهو گهٽين ۽ بازارن ۾ هٿ ۾ پٿر کڻي بيهي رهيا ۽ چئي رهيا هئا:

”جاڻ هي هتان لنگهيو اسان کيس پٿر هڻي ماري ڇڏينداسون.“

شيخ صاحب ملڪ ناٿو ڏانهن چوائي موڪليو تہ ”ماڻهو کيس ماري ڇڏيندا، اوهان پنجاهہ سرڪاري پهريدار (پائڪ) هن سان گڏ موڪليو. هو بکيو اچيو بہ آهي.“

شيخ صاحب کيس بہ تنڪا ڏيڻ جو حڪم ڪيو ۽ اهو بہ چيو تہ کيس شهر کان ٻاهران ڇڏي روانو ڪري موٽي اچن.

جڏهن ترابيءَ کي ٻاهر آندو ويو تہ ماڻهو ان کي پٿر هڻڻ لاءِ تيار

ٿيا. پر جڏهن ڏنائون تہ سندس ڪاپي ۽ ساڃي سرڪاري پهريدار شامل آهن، تہ هو ڪيس پٽر هٽڻ لاءِ اڳتي ڪو نہ ڇُريا. سال ٻن ڪان پوءِ ملڪ ڪبير شيخ صاحب سان ملاقات ڪئي ۽ چيائين:

"سلطان مون ڪان لڪي پڇا ڪئي آهي، تہ مان شيخ محمود جي قاتل کي ڇا ڪيو. مون کي ٻڌايو تہ سلطان کي مان لڪت ۾ ڪهڙو جواب ڏيان؟"

"جڏهن اهو معاملو اهڙو سر تي اچي ويو تہ سلطان کي مان پاڻ منهن ڏيندس." شيخ وراڻيو.

ٻنهي ڳالهين مان پهرين "خير المجالس" جي تڪملہ ۾ موجود آهي. جنهن لاءِ حميد قلندر جي دعويٰ آهي تہ اهو ڪتاب ٧٥٦هہ ۾ پورو ٿيو هو جنهن سال شيخ ناصر الدين محمود وفات ڪئي (١١١). هيڏانهن وري گيسوي‌ءِ دراز جي دعويٰ آهي تہ اها شيخ ناصرا لدين محمود جي پنهنجي واتان ٻڌايل ڳالهہ آهي. ان واقعي کي ١٤٠٠ع ۾ لکيو ويو هو. گيسوي‌ءِ دراز جي بيان ڪيل ڳالهہ حقيقت تي وڌيڪ مبني آهي. اسان کي يقين ڪو نہ آهي تہ ٧٥٦هہ جو سال خير المجالس جي تڪملہ لکڻ جو سال آهي (١١٢) ٻنهي ڳالهين ۾ ڪيترا اهم نڪتا آهن، جيڪي هڪجهڙائي ڪو نہ ٿا رکن. گيسوي‌ءِ دراز، ترابيءَ کي خون ڪندڙ سڏي ٿو ۽ ڪيس چريو بہ ڪوٺي ٿو. حميد ان کي بودلي قسم جو هڪ قلندر سڏي ٿو ۽ ان کي ٽي دفعا ورجائي ٿو. حميد جيئن تہ پاڻ بہ قلندر هو ان ڪري اسان هتي سندس شاهدي تسليم ڪريون ٿا (١١٣). حميد قلندر تي جڏهن حملو ٿئي ٿو تہ شيخ لاءِ چوي ٿو تہ هو استغراق جي عالم ۾ هو. گيسوي‌ءِ دراز شيخ صاحب کي حملہ آور سان نرميءَ سان گفتگو ڪندي ڏيکاري ٿو. گيسوي‌ءِ دراز شيخ کي پنج زخم رسڻ جي ڳالهہ ڪري ٿو جيڪي هٿ جي آڱرين تي آهن ۽ هڪ گهرو زخم پاسرين جي هيٺان آهي ۽ اهو بہ ٻڌائي ٿو تہ اهو قلم تراش چاقو هو. جنهن سان حملہ آور حملو ڪيو هو. حميد قلندر چوي ٿو تہ شيخ کي يارنهن زخم آيا هئا. گيسوي‌ءِ دراز مجرم جي

آزاديءَ واسطي حقيقت پسند بيان نقل ڪري ٿو تہ ڪيئن شيخ ناصر الدين محمود سرڪاري اهلڪارن سان ڳالهائي مجرم جي زندگي بچائي هئي. حميد قلندر ٻڌائي ٿو تہ. شيخ مجرم ترابيءَ کي ويهہ چانديءَ جا ٽنڪا ڏنا هئا، پر گيسوي ۽ دراز وڏيڪ حقيقت پسنديءَ کان ڪم ورتو آهي، جنهن فقط بہ ٽنڪا لکيو آهي، تہ جيئن تہ اهو بکيو هو ۽ انهيءَ رقم سان پنهنجو پيٽ ڀري سگهي. ان وقت تغلق جي زماني ۾ پئسي جو ملهہ ڪري پيو هو (۱۱۴).

اڳتي هلي هو اهو بہ ٻڌائي ٿو تہ. قلندر جو اهو حملو ڪنهن وڏي سلسلي جي صوفي شيخ جي خلاف نہ. بلڪ هڪ مجذوب تي ڪيو ويو هو. مجذوب ڪنهن فڪر مطابق اهي ماڻهو هوندا آهن. جيڪي پنهنجي سوچ ۽ لوچ ۾ هر شيءِ کان پري ٿي ويندا آهن ۽ سدائين استغراق جي عالم ۾ هوندا آهن ۽ پنهنجي عملن جي لاءِ ذميدار نہ رهندا آهن. ٻئي طرف قلندر ٽولن ۾ گهمندا ڦرندا وتندا هئا ۽ عام طور تي اڪيلا گذاريندا هئا ۽ خاص طور تي شهري آبادين ۾ پنهنجي شخصيتن کي مڃتا ڏياري وٺندا هئا. هي قصو "اسرار المجذوبين" تان ورتل آهي. جنهن کي چوڏهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ لکي پورو ڪيو ويو هو. هن تصنيف ۾ انهن ماڻهن جي حياتي لکي محفوظ ڪئي وئي آهي، جيڪي ڪڙهہ يا الہ آباد جا رهاڪو هئا ۽ ڪتاب لکڻ کان اٽڪل 70 سال اڳ ان علائقي جا رهاڪو هئا. هيءُ هڪ ڪچو ڦڪو ۽ اعتراض جوڳو قصو آهي. هن قصي جو مقصد فقط اهو آهي تہ صوفي فڪر کي ٻين مشربن تي اهميت ڏجي. خواجہ گرگ جي هن قصي ۾ هڪ انومان کان سواءِ ڪا حقيقت نظر نہ ٿي اچي. هيءُ قصو قلندرن سان واسطو رکي ٿو جن خواجہ گرگ کي ننڊ ۾ قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، پر ڪين شينهن زخمي ڪري وڌو. ٻئي ڏينهن تي محتسب ڪين ڪڙهہ جي بستيءَ مان لوڏائي ڪڍائي ڇڏيو.

## 4_ ڪڙهہ جي خواجہ گرگ تي تيرهين صديءَ جي آخر ۾ قلندرن جو حملو (١١٥)

قصو هن طرح ٻڌايو ويندو آهي، تہ هڪ ڏينهن خواجہ گرگ ننڊ پيو هو. هڪ بدقسمت قلندر جيڪو خواجہ گرگ سان وير رکندو هو. تنهن ماڻهن جو ٽولو (١١٦) پاڻ سان آڻي، خواجہ گرگ کي مارڻ جي ڪوشش ڪئي. انهن مان هر هڪ جي مرضي اها هئي تہ هو اڪيلو کيس ماري ڇڏي پر جڏهن هنن حملو ڪيو تہ چؤطرف کان شينهن (١١٧) ظاهر ٿي پيا. انهن شينهن ڇا ڪيو جو جيڪو ماڻهو خواجہ گرگ جو دشمن هو تنهن کي وٺي ڪٽي زمين تي دسيائون. انهن سڀني جون اکيون ڪڍي ۽ سندن هٿ چٿي ڇڏيائون. جڏهن خواجہ ننڊ مان اٿيو تہ قلندرن کي چوڌاري زخمي حالت ۾ ڪريل ڏٺائين ۽ چيائين، (١١٨) "اوهان کي ڪنهن ماريو آهي؟"

انهن چيو "خواجہ، اسان پڇتايو آهي ۽ اسان کي معلوم ٿيو آهي تہ تنهنجي روحاني منزل تمام وڏي آهي. اسان کي معاف ڪر، اسان وڏو گناهہ ڪيو آهي."

"اوهان اهو گناهہ ڪيئن ڪيو آهي؟" خواجہ کانئس پڇيو.

انهن جواب ۾ وراڻيو تہ "اسان اوهان کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. اسين هتي پهتاسون ۽ توهان کي قتل ڪرڻ لاءِ اٿياسون تہ چؤڌاري شينهن نڪري آيا، جن اسان کي زمين تي دسيو ۽ اسان جون اکيون، هٿ ۽ پير زخمي ڪري وڌا."

"مون کي قسم آهي ان سچي خدا جو، جنهن اوهان لاءِ ارڙهن هزار دنيائون پيدا ڪيون، تہ مون کي ان ڳالهہ جو ڪو بہ پتو ڪونهي. مان ڪو ماڻهو يا ڪو بگهڙ پنهنجي پرسان ڪو نہ ڏٺو. پر مان پاڻ کي بگهڙ نما رڍ بنائي ڇڏيو آهي. مون کي ڪنهن جي لاءِ ڪا بہ دشمني ڪا نہ آهي، جيڪڏهن اوهان مون کي مارڻ چاهيو ٿا تہ پلي مون کي ماريو. خدا جي واسطي مون کي ماريو جلدي ڪريو. ان الله جي نالي جيڪو

ڏاڍو مهربان ۽ ٻاجهارو آهي. مون کي اوهان جي لاءِ ڪا به نفرت ڪانهي، ڪا به دشمني ڪانهي.“

جيئن خواجه ڳالهائيندو رهيو، تيئن هو وڌيڪ شرمسار ٿيندا رهيا ۽ غلامن وانگي سندن پيرن تي ڪري پيا. خواجه کين چيو:

”روئڻ مان اوهان کي ڪو به فائدو ڪو نه ٿيندو جيڪو ٿيڻو هو سو ٿي چڪو.“

ٻئي ڏينهن تي قلندرن کي چڱيءَ ريت چٽيو ويو ۽ کين شهر نيڪالي ملي وئي. متي طبقي (٦) جا حوالا ڪتب آندا ويا آهن (١١٩)

اسان قلندرن جي هلت چلت مان چنڊ ڇاڻي اهڙيون شاهديون هٿ ڪيون آهن، جيڪي دهلي سلطنت جي قلندرن ۾ موجود هيون. پر انهن جا ضروري تفصيل، يا انهن جي ڏنين وائنين منافقين لاءِ پڪين ثابتين جي اڃا به کوٽ آهي. ڪن ملفوظات ۽ تذڪرن تائين اسين اڃا ڪو نه پهچي سگهيا آهيون. ڇاڪاڻ ته اسان وٽ وقت تمام گهٽ ۽ اهي ذريعا بنهه پري هئا. اميد آهي ته انهن ذريعن مان اسان کي چڱيون شاهديون ملنديون.

پندرهين صديءَ ۾ ذڪڻ ايشيا ۾ قلندرن ۽ حيدرين جي شغلن تان ڪارنهن جا ٽڪا لهندا پيا وڃن. هيءَ اهو دور آهي، جو صوفي تذڪرن ۾ ڪو معيار ڪو نه رهيو هو ۽ حقيقت پسندانه تفصيلن وارن قصن جي کوٽ محسوس ٿئي ٿي. قلندرن جو نالو رڳو بياني طور اڄ تائين زنده رهندو پيو اچي. فقط تيرهين صديءَ جي ٻن قلندرن جون قبرون سندن نشانيءَ طور رهيون آهن، جن مان هڪ آهي پاڻي پت جو بوعلي قلندر ٻيو آهي سنڌ ۾ سيوهڻ وارو عثمان مروندي. هندستان ۾ حيدرين جو نالو ڪير به نٿو ڪٽي. ايران ۾ زاوا جي حيدر جا پوئلڳ شيعا درويش بڻجي ويا. اندازو اهو آهي، ته اهو فرقو مسلمانن جي ڪنهن هيٺئين طبقي واري سلسلي ۾ ضم ٿي ويو هجي، جن جا نالا ۽ سڃاڻپ ڪجهه ٻي هجي، جيئن اتر هندستان ۾ مداري ۽ دکن ۾ (١٢٠) رفا وارن ٽولن کي ڏسجي ٿو. سورهينءَ ۽ سترهينءَ صدين

۾ جڏهن ماخذن جي گهٽائي هئي ته ڏکڻ ايشيا ۾ قلندرن کي ايڏي اهميت به ڪا نه رهي هئي، جيڪا کين تيرهين ۽ چوڏهين صدي ۾ هئي. سندن صوفي فڪر جي شيخن کان چڙ ڏياريندڙ ڪي شغل ئي اسان کي ڏسڻ ۾ اچن ٿا ۽ نه وري ڪي اهڙيون لکتون ئي موجود آهن، جنهن ۾ اهڙو چڙ ڏياريندڙ مواد هجي.

# ضميمو

## بو علي قلندر پاڻيپتي، فخر الدين عراقي ۽ چشتي شيخ

اتر هندستان ۾ قلندرن جون ٻه مشهور درگاهون قائم ٿيون. جن مان هڪ لال شهباز قلندر جي سيوهڻ ۾ ۽ ٻي بو علي قلندر جي پاڻيپت ۾ . قلندر شهباز مروندي پنهنجي جيئري ئي اهميت ماڻي ورتي هئي. جنهن ڏانهن مشهور مؤرخ برنيءَ به اشارو ڏنو آهي ۽ هن مقالي ۾ به ان کي ورجايو ويو آهي (١٢١) بو علي قلندر کي ايڏي اهميت ڪا نه ملي. فوائد الفواد ۾ به ان جو ذڪر ڪو نه ٿو ملي ۽ سير الاولياءَ به ان جي ذڪر کان خالي آهي. سترهين صديءَ جي آخري دور جي حميد بن شاهه ٻڍي جي لکيل تذڪره "شرف المناقب" ۾ اها دعويٰ ڪئي وئي آهي، ته ان قلندر متعلق ڪي پراڻا ذريعا ماخذ آهن. يا ڪي زباني روايتون آهن، جن ۾ هن قلندر جو ذڪر موجود آهي. بو علي قلندر جي وفات جي تاريخ ٩ رمضان المبارڪ ٧٢۴هه آهي، جيڪا ٣٠ آگسٽ 1324ع جي برابر بيهي ٿي. سندس عمر 111 سال ڏيکاري وئي آهي. هن تاريخ کي اهميت ڏيڻ واسطي عرس وغيره ڪيو ويندو آهي. اسان سندس وفات جي تاريخ کي امڪاني طور سمجهون ٿا. ان لحاظ کان بو علي قلندر تيرهين صديءَ جي آخري دور جو قلندر چئي سگهجي ٿو. جڏهن هن قسم جي سلسلي کي اتر هندستان ۾ وڏي اهميت حاصل هوندي هئي. ان دور ۾ هن قلندر پاڻ کي پاڻيپٽ سان وابسته رکيو.

جيڪو دهليءَ کان اتر هندستان ڏانهن وڃڻ لاءِ رستي تي هڪ ڳوٺ هو جتي منزل به ڪئي ويندي هئي.

هن متعلق ڪيترين پراڻيون روايتون آهن ته هو ڇوڪرن سان عشق ڪندو هو. ڇوڪرن سان ڇتي عشق سبب، ڇوڪرا ڪيس گهٽين بازارن ۾ پٿر هڻندا هئا. هن قسم جي حالت ۾ پٿر لڳڻ کان پوءِ چوندو هو ته هو ان وقت ستين بهشت ۾ هو، جتي خدا جا مقرب فرشتا سندس آجيان ڪري رهيا هئا، پر جڏهن کين ڏاڙهي لهڻ شروع ٿيندي هئي ته کين خانقاهه مان ڪڍي ڇڏيندو هو(١٢٢). هن سڄي زندگي شادي ڪا نه ڪئي. سندس خانقاهه جي جاءِ نشيني سندس ڀاءُ جي اولاد کي ملي. شرف المناقب جو مصنف پاڻ کي سندس ڀاءُ نظام الدين عراقيءَ جي اولاد مان هجڻ جي دعوىٰ ڪري ٿو.

شرف المناقب مان اسان کي اهو معلوم ٿئي ٿو ته، بو علي قلندر سيلاني قلندرن واري ٽولي مان ڪو نه هو. هو پاڻيپت ۾ ڄائو هو ۽ اتي ئي خانقاهه قائم ڪئي هئائين. سندس سيلاني طبيعت ڪيس دهلي شهر جي ڀرپاسي وارن علائقن تائين مس ڇڪي وئي هئي. سندس روحاني سلسلي کي سهروردي يا چشتي طريقي سان ملائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي وئي آهي. اهو پڻ ٻڌايو وڃي ٿو ته هن قطب الدين بختيار ڪاڪيءَ جي بيعت ڪئي هئي ۽ ان سان گڏ اهو به چيو وڃي ٿو ته، امام الدين ابدال جي خليفي شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جو به مريد هو. جنهن جو روضو دهليءَ ۾ موجود آهي. پر شرف المناقب جو مصنف بو علي قلندر جي ٻنهي سلسلن جي بيعت کان انڪار ڪري ٿو ۽ چوي ٿو ته حضرت بو علي قلندر، حضرت علي رضي الله تعالىٰ عنه کان سڌو سنئون هدايتون حاصل ڪيون آهن. مصنف اهو به بيان ڪري ٿو ۽ چوي ٿو ته عبدالحق اخبار الاخيار ۾ بو عليءَ جي ٻنهي بيعتن جو ذڪر ڪو نه ٿو ڪري، پر بو علي حضرت قطب الدين جي مجلسن ۾ ويچي ويهندو ضرور هو. سن ١٢٠٩هه واري "اخبار الاخيار" جي ڇاپي ۾ بو علي جو ذڪر ڪو نه آهي ۽ قطب الدين بختيار

ڪاڪي، بو عليءَ جي وفات کان 91 سال اڳ وفات ڪري ويو هو. ٻنهي جو تعلق پوين صوفين جي تذڪري نويسن جي ايجاد آهي. سندس اهڙو تعلق سندس همعصر دهليءَ جي نظام الدين اولياءَ سان ٿي سگهي ٿو. پر انهن ٻنهي جو چوڏهين صديءَ جي چشتي تذڪرن ۾ نالو ڪو نہ آهي، سندس والدين جي ڳالهہ بہ عجيب غريب ٻڌائي وڃي ٿي، شيخ فخر الدين سالار عراقيءَ نالي چون ٿا تہ سندس پيءُ هو ۽ سندس ماءُ جو نالو بيبي حفيظه بنت جمال هو.

فخر الدين عراقيءَ کي ڪيترن قصن ۾، جن کي هن مقالي ۾ بہ ورجايو ويو آهي، ڪيس بو عليءَ جو پيءُ ڪري ڏيکاريو ويو آهي، جنهن جو بهاءُ الدين زڪريا ملتانيءَ وڏو استقبال ڪيو هو. سندس ماءُ چشتي خليفہ شيخ جمال الدين هانسوي جي ڌيءَ هجي، پر هن مسئلي کي شرف المناقب چڱيءَ پر ڪو نہ سمجهايو آهي. بو عليءَ جي شجري کي پيءُ ماءُ طرفان اعتبار جوڳو سمجهي نٿو سگهجي (۱۲۴).

جيڪڏهن بو علي جي اولاد جي لاءِ اها دعوي ڪرڻ تہ هو عراقي شاعر جو پٽ هو اها هڪ پراڻي دعوي آهي، امڪان آهي تہ سندس زندگيءَ دوران هن پاڻ بہ ڪئي هجي، جنهن جي سڃاڻپ هڪ قلندر طور ٿي سگهي ٿي. گهڻن مناقبن ۾ لکيل آهي تہ هو قلندرن جي ٽولي سان لاڳاپيل ڪو نہ هو ۽ سندس ڪنهن هڪ جاءِ ٽڪيو ڪري ويهي رهڻ، اهو ٻڌائي ٿو تہ هو هڪ مجذوب هو. ان سان تعلق رکندڙ قصا بہ اهڙيون روايتون ٻڌائين ٿا، جن مان پتو پوي ٿو تہ هو شريعت اسلام جا فرض بجا ڪو نہ آڻيندو هو (۱۲۵).

هن کي خدا جي لاءِ بي انتها محبت هوندي هئي. ڪيس هڪ هڪ رات ۾ ستر ڀيرا احتلام پوندو هو. هو ٿڌي پاڻيءَ سان غسل ڪندو هو ۽ ستر ڀيرا وضو ڪندو هو. ٿڌي پاڻيءَ سان وهنجڻ ڪري، سندس جان ڦاٽي ڏري پئي هئي. اهڙي سبب ڪري هاتفي آواز ايندو هو تہ الله ۽ الله جي رسول ڪيس نماز پڙهڻ معاف ڪري ڇڏي آهي.

بو عليءَ پاڻيپت ۾ خانقاهہ قائم ڪري، جڻ پنهنجي سرحدي

ولايت جي دعوي ڪئي آهي، جھڙيءَ ريت ٻين صوفي شيخن پنھنجي حياتيءَ دوران ۽ وفات کان پوءِ ڪيو آهي. شرف المناقب ۾ هڪ قصي ۾ بيان آهي تہ. ”هن هڪ جوڳيءَ سان روحاني مقابلو ڪيو جنھن ۾ جوڳيءَ هارايو هو ۽ پاڻيپٽ جي هڪ مقدس جاءِ تي سندس قبضو ٿي ويو ۽ جوڳي اتان هليو ويو. ان ڏينھن کان وٺي اڄ تائين اها جاءِ خاص ۽ عام ماڻھن لاءِ زيارت گاھہ بڻيل آهي.“ (١٢٦).

شيخ عثمان مروندي ۽ بو عليءَ جي قلندرانہ سجاڻ جي ڪري سندن مقبرا، پوئين دور جي قلندرن ۽ ٻئي سلسلي جي فقيرن لاءِ زيارتگاھہ بڻجي ويا، جيڪي ٻارهوئي سيلاني ٿي ملڪ ملڪ جو سير ڪندا رهندا هئا.

# NOTES

1. Khutib-I farisi. Manakib-I Camal al- din-i savied. T. Yazici (Ankara: 1972).
2. E.g. Murray B. Titus, Islam in India and Pakistan (Calutta: 1959). P. 135.
3. Wajahat Husayn ('Andalib Shadani). ed., Rubaiyyat-t Baba Tahir (Lahore: n.d.) P.22.
4. Farid -al-Din 'Attar, Mantiq al-tayr, ed. S. Gawharin (Tehran: 1348), Shami, PP. 191-92. I am indebted to Dr. R. J. Baldick for drawing this passage to my attention.
5. Maqrizi, Khitat, Bulaq, A.H. 1270. II, P. 433.
6. Sijzi, Fawa'id al-fu' ad (Lahore:1966), p. 30.
7. Dehlavi, Akhbar al-akhyar (Dehli: A.H. 1309). P. 50.
8. Barani, Ta'rikh-i ferozshahi (Calcutta: 1862), P. 91.
9. Barani. Op cit., pp. 209-12.
10. Akhbar al- akhyar. P. 73, barani, p.211.
11. Hamid Qalandar, Khayr al-majalis (Aligarh: (1960), p. 185.
12. The garment itself is called a juwaliq in the Manaqib-i jamal al- din-i savi. ed yazici, P. 58. The same Passage makes it clear that to the fourteenth century author, qriting outside India, juwaliq and palas were one and the same garment, and strongly suggests that it was of a red colour, "the colour of those who slay themselves".
13. Khayr al-majalis, p. 131.
14. this identification is made in the late professor M. Habib's translation of Barani, op cit., in course of editing for publication. The connection between Persian palas and its Hindi homophone (=ak, tesu, "Flame of the forest") , though has not entered Persian lexicography, is established in yazici, ed., op cit., p. 58. see n. 1, 12 above.
15. Barani, op cit., p. 212.
16. Khayr al-majalis, pp. 130-31.
17. 'Abd al- 'Aziz b. Sher Malik, Ta'rikh-i Habibi. Urdu tr. (Hayderabade). Deccan: N.D. C.[c.1920]), pp. 108-09. This important text, composed in A.H. 849, 24 years after the death of the shaykh, by an associate of his immediate family at the khanqah of Gulbarga (see tr. P.4), is unfortunately only accessible to me in this apparently very literal translation by Nawwab Ma'shuq yar jang. A seventeenth century hagiography depicts abu'Ali of Panipat stating that "the kettledrum (naqqara) of Qalandari has sounded in the whole world and sky"; see hamid aldin Sharaf almanaqib. Urdu tr. By Munshi jagannath, dehli, Afzal al-Matabi, N.D. [C. 1885]. P. 35.
18. Khayr al-majalis. P. 6.
19. Fawd'id al-fu'ad, Lahore. 1966. p. 30: Naval kishor, 1894, pp. 19-20.
20. Observed by the present writer in India in the 1950s and 1960s. A command performance of mazahir, with knives stuck into flesh and eyeballs protruding beyond eyelids. Was given before the sajjada-nashin of gulbarga in 1963. at which the writer was present.

21. Titus, op. cit., p. 135.
22. Ibn Battuta,, Rihla,cd Defremery, Paris, 1853-57, III. pp. 79-80: tr. Gibb, III, P. 583.
23. This practice among the Tamils of Ceylon has been the subject of investigation by professor Richard Gombrich. Now popular, it appears to have originated there only after the second world war.
24. See P. 66.
25. Jamali, Wiyar al-'arifin (Dehli:1891), p. 67; Rihla loc. Cit.
26. See H.R. Lynton and M. Rajan, The days of the beloved, University of California Press, 1974, PP. 195-96.
27. Careri in Indian travels of Thevenot and Careri, ed S.Sen (New DelhiL 1949), P. 258. the ascetics there mentioned are Hindu.
28. L.M. Elwell-sutton in Proceedings of the twenty-sixth International Congreess of Orientalists. New Delhi, 1964, II (New delhi: 1968). pp. 200-203.
29. On the symbolic significance of depilation and celibacy, and its specific inversion in Sikhism, ef. J. Singh Uberoi, "On being unshorn", in Sikhism and Indian society (Simla: 1967), pp. 89-100.
30. In modern historical works his name is generally given, with some disregard for orthography. As "sidi mawla". A. Mahdi Husayn proposed sayyidi Mawla to fit the metrical pattern of 'Isami's mutaqarib mathnavi. Usha in his edition of futuh al-salatin correctly vocalizes PYR MWLLH. P. 217, 2 lines from bottom.
31. Nafahat al-uns, Tehran ed., p 519.
32. Malfuz al-makhdum. Fol. 24a.
33. Khayr al-majalis. P. 6.
34. Ta'rikh-i Habibi, Urdu tr., p. 81.
35. Barani. Op cit., pp. 209-12 'Isami, futuh al-salatin. ed. Usha (Madras:1948). pp. 215-17.
36. Inter alia see S.H. Hodivala, Studies in Indo-Muslim History Bombay. 1939, I. pp. 267-68: K.A. Nizami, some aspects of politics and religion in India during the thirteenth century (Aligarh: 1961), pp. 288-91.
37. For the use of this phrase, see S. Digby, War-horse and elephant in the Dehli Sultanate (Oxford: 1971). P. 34.
38. Ta'rikh-i ferozshahi. P. 212L Futuh al-salatin. pp. 218-19.
39. Khayr al-majalis. P. 148.
40. Ta'rikh-i Habibi. Urdu tr., p. 107.
41. Iraqi, Kulliyat, ed. S Nafisi, Tehran, 1958. pp. 49-51. Cf. a more ornate version of the same tale in a seventeenth- century Indian source, which represents the poet as a man of mature years: Sharaf al-manaqib. Urdu tr., pp. 4-5.
42. Khar al-majalis. P. 131.
43. Barani, op. cit., p. 198.
44. Khayr al-majalis. P. 185.
45. Barani. Op. cit., p. 198: az jama-yt palas-i qalandari birun avurda.
46. Khayr al-majalis. P. 250.

47. Barani, op. cit., p.67: the significance of the reference has escaped attention, from the fact that the printed text (as well as the uncirculated edition by S.A. Rashid, Aligarh [c. 1960]. II, p. 79) reads MRYDY in place of MRNDY. Marand lies on the road between Erzerum and Tabriz.
48. Barani op. cit., p.91 For the weight of the man or "maund" in the dehli sultanate. Considerably lighter than in mughal or British times.see W. Hinz. Islamische masse und (iewichte (Leiden: 1955). pp. 22-23.
49. Though Hamid Qalandar's poetical works were thought by his editor, K.A. Nizami, to have been lost, several qasidas are copied in a fifteenth-century anthology compiled in jawnpur, B.M. Ms. Or. 4110. one qasida celebrates the return to dehli of sultan Feroz Shah Tughluq with the elephants captured on his Bengal/ Jajnagar expedition of A.D. 1359-60 (ff. 101-102).
50. Khayr al-majalis.p. 6.
51. Ta'rikh-I Habibi, Urdu tr. P. 107. Cf. also the remark regarding bu Ali of Panipat, reported as deriven from an earlier source, that young boys used to live in his khan- qah, but were driven out when their beards began to grow, Sharaf al-manaqib. P. 8.
52. Khayr al-majalis. P. 130.
53. Fawa'id al-fu'ad, Naval Kishor, 1894, p. 48 (LahoreL 1966). P. 81.
54. Recently observed by my pu;il Dr. P. M. currie.
55. Siyar al-awliya', pp 227-28.
56. See Katherine ewing, "Malangs of the Punjab: Intoxication or adab as a path to God", a paper at the seminar of the center for south Asian Studies, University of California, Berkeley, June 1979. pp. 13-18.
57. Khayr al-majalis. P. 185.
58. Fawa'id al-fu'ad, Naval Kishor. 1894. P. 48. Lahore. 1966. P. 81. from the anecdotes a suspicion arises that Juwaliq was the most pejorative term used for members of the groups: however, Hamid Qalandar includes jawaliqs among those in the dawlat of his pir, see above, Khayr al-majalis. P. 5.
59. Biographical preface to 'Iraqi, Kulliyat. ed. Nafisi, and later tadhkiras.
60. Tadhkira-yi masha'ikh-i sivistan, ed. S.H. Rashdi, Mihran, 1974, 3-4. p. 205: Barani. Op. cit., p. 68.
61. Khulasat al-alfaz, Digby Ms., fol. 244.
62. Shah shu'ayb Firdawsi. Manaqib al-asfiya. (Calcutta. Anwaral-afaq press. A.H. 1313). P. 140.
63. Futuhat-i ferozshahi, ed.S.A. Rashid, Aligarh, 1954, p. 6-7; Manaqib al-asfiya. pp 129-30.
64. Ta 'rikh-i Habibi. pp. 107-09: cf. ibid., p. 36, forGesudaraz's statement of the four causes of his preeminence.
65. For an account of the powers and services of a concealed wali, recorded in Hyderabad, deccan, in 1963, see S. Digby, "The Waterseller's Pilgrimage", in Lycidas (Wolfson College, Oxford), III, 1974-75. pp. 20-21.
66. Khayr al-majalis. P. 129.

67. Macauliffe, VI, p. 69. There follows a brief description of costume and insignia. It is likely that the poet Himself was slightly muddled and should have said "an abdal in the dress of a Qalandar". One cannot accept the panjabi/western Hindi verses ascribed to namdev in the guru Granth sahib as the compositions of the thirteenth- century Maharashtrian poet Namadeva. But the ascription probably indicates a presixtenth- century date.
68. The degree to which the benevolence of the great chishti Shaykhs of Dehli could be modified by hostility or anger has not been emphasized in the writings of K.A. Nizami. At a lower social level. Many of the anecdotes regarding the fourteenth- century Majdhub Khwaja Gurg, one of which is examined in this paper, show him extrating exemplary vengeance for slights the behaviour of the fifteenth-century Chishti Shaykh, Ahmad Abdal- Haqq, which displays a general lack of benevolence. is examined by S. Digby in Medieval India: a Miscellany. III. 1975. pp. 1-6.
69. Khayr al-majalis. P. 131.
70. Fawa'id al-fu'ad Naval Kishor, 1894. pp. 19-20: Lahore. 1966. p. 30.
71. Siyar al-awliya'. P. 575.
72. Siyar al arifin. P. 67.
73. Khayr al-majalis. P. 250.
74. Khayr al-majalis, p. 131. The anecdote appears in closely similar form as regards his shaved state and appearance sit a beard, heard by the fifteenth-century arab traveler Ibn Battuta in Egypt, Rihla. ed. Defremery, i. p 64.
75. Fawa'id al-fu'ad. Lahore. 1966. p. 30. Naval kishor. 1894. pp. 19-20: Siyar al-awliya' p. 575L Khayr al-majalis. P. 176.
76. The editor of the 1966 edition does not note any variants for Haydar-i zaviya. "Haydar of the hospice", which might indeed have served as a place-name. siyar al-awliya', p. 575, which reproduces the passage verbatim. Also reads zaviya. The reading Haydar-zada is found in the Dehli lithograph of A.H. 1272. but escaped the 1966 editor's attention. This is close to the correct reading Zava, which is provided by Ibn Battuta's and Hamd Allah Mustawfi's accounts of the burial-place of the Shaykh. See rihla, ed. Defremery, III. P. 79-80. and tr. Gibb. III. P. 583: Nuzhat al-qulub. Tr.Le strange. 1919. p. 152. Zava was a fortified town in Khurasan south of Mashhad. From the presence of the Shaykh's tomb there it later became khown as Turbat-i Haydar.

    Both Ibn Battuta and Mustawfi call the founder of the Haydaris Qutb al-din Haydar Gramlich, Die Schiitischen Derwischorden persiens. i. Wiesbaden, 1965. pp. 70-81, has jalal al-din Haydar, without however mentioning hisauthority.
77. Turk-bachcha in Malik's edition and in the dehli and Naval Kishor lithographs. Siyar al-awliya'. Loc. Cit., reads SRKBYJH. Probably a corrupted transcription.
78. Sahib-I hal. No single English translation will convey the range of altributes implied by the Persian phrase sahib is a "lord", "possessor"

of hal. The state of mystical illumination and ecstasy. Closeness to God and with supernatural perceptions.

79. The notion that Haydar. Disappeared into a cave at the time of the Mongol onslaught is consonant with Trimingham's unreferenced statement, in The sufi Orders (xford: 1971). P. 199, n.. that Qutb al-din Haydar died in 618/1221.
80. Fawa'id al-fu'ad. Naval Kishor, 1894, p. 250.
81. This is the standard process of the acceptance of disciples by a Shaykh.
82. Akhbar al-akhyar, Mirath. 1861-62. pp. 47-48L Dehli, 1891-92, pp. 49-50.
83. Muhammad Bulaq, Matlub al-talibin, I.O. Ms Ethe 653, fol. 143b: Barasavi, Savati, al-anwar I.O. Ms. Ethe 654, fol. 116a.
84. A reference to Jawnpur at a date early in the thirteenth century appears unacceptable: but it probably indicates a desire to travel eastwards in the lands of recent conquest by the muslims.
85. Savati al-anwar. Fol. 116a-b.
86. Fawa'id al-fu'ad, Fakhr al-matabi'. 1872, p. 6: Naval Kishor.1894, pp. 4-5. Lahore, 1966. p. 6.
87. Fawa'id al-fu'ad, Naval klshor, 1894, p. 48. Lahore, 1966. p. 81.
88. Khayr al-majalis. pp 130-31.
89. See above. P. 79.
90. Fawa'id al-fu'ad, Nawal Kishor, 1894, p. 48: Lahore, 1966. p. 81.
91. See above. P. 86.
92. Fawa'id al-mfu'ad. Nawal Kishor. 1894, p. 48: Lahore, 1966. p 81.
93. Khayr al-majalis pp. 129-32.
94. Ta'rikh-i Habibi, Urdu tr., pp. 108-09.
95. Cf. the rejection by Gesudaraz of the jogi claiming to be Bargundai (=Jalandhari, Jalandhara Nath) discussed by S. Digby in "Anecdotes of Jogis in sufi hagiography" at a Seminar on Aspects of Religion in South Asia, S.O.A.S.. 1970 (Unpublished).
96. Khulasat al-alfaz, Digby Ms.. fol 244.
97. Manaqib al-asfiya', p. 140.
98. Barani, Ta'rikh-I Ferozshahi, p. 211: cf. An anecdote of Qalandars thereatening to at tack with their needles Shaykh Zahid Gilani in Shirvan at the close of the thirteenth- century, Safwat al-safa' (Bombuy: A.H. 1329). P. 31. The Qalandars are punished, ef p. 98 above. i an indebted to Mr. A.H. Morton for the reference.
99. Acording to one early source the conqueror mu'izz al-din Muhammad b. sam was murdered by an Isma'ili fanatic in 602/1206. though his death at the hands of Gakkar tribesmen appears more likely.. In the mid-fourteenth century Barani refers to fida'iyan, probably in this specific sense, and 'Isami to "Alamutis" (Alamutiyan)__ futuh al-salatin. P. 301, ll. 1-2.
100. Fawa'id al-fu'ad, Naval Kishor. 1894, pp. 153-54: Lahore, 1966, p. 261.
101. Fawa'id al-fu'ad, Naval Kishor. 1894, p. 153: Lahore, 1966. p. 260.

102. Sivar al-'arifin. pp. 34-35. See also K.A. Nizami. The life and times of Shaykh Farid-ud- din Ganj-i Shakr (Aligarh: 1955). pp. 37-38. who does not rigorously examine the extent of dependence of the later source.
103. The founder of the Haydaris is described as of Turkish stock. cf. Fawa'id al-fu'ad. Naval Kishor, 1894. p. 9. Lahore, 1966. p. 30: Quoted above. 83.
104. Fawa'id al-fu'ad. Naval Kishor. 1894. p. 96. Lahore, 1966., p. 166: Siyar al-'arifin. P. 43.
105. Khayr al-majalis. pp. 286-87.
106. The reference is to the pure silver tanka of c. 170 grains. Very rare in this reign, as opposed to the debased billon tanka of c. 140 grains. Cf. H. Nelson Wright. The coinage and metrology of the sultans of Dehli, OUP (Delhi:1936), p. 218: S. Digby, War-horse and elephant in the Dehli Sultanate (Oxford: 1971), P. 39: ibid. , Chapter on the currency of the Indian Sultanates in the Cambridge Economic History of India (forthcoming).
107. From the last sentence it is apparent that the incident must have taken place around 754/ 1353.
108. jawami' al-kalim (Haydarabad, Deccan: A.H. 1356). pp. 90-92.
109. I have no evidence for the length of the gaz in fourteenth- century Dehli. It is fairlywell defined in yule and burnell,Hobson- jobson. S.v. "gudge" "A Persian yard- measure of thereabouts but in India applied to measures of virying lengths, from the hath or natural cab. To the English yard".
110. Or. Possibly we mould amend ziruyi shar', for the lithograp i s reading zart-yi shar' "He is not guity according the law".
111. Khayr al-majalis. P. 289.
112. The supplement is lacking in one of the two complete manuscripts: and as I show elsewhere. Hamid Qalandar appears to be propagating a misleading account of some details of the shaykh's death, to which the alliged date of composition would lend a spurious authenticity.
113. the statement by Gesudaraz that the man used to visit Nasir al-Din Mahmud in private seems to indicate that this was an attack motivated more by individual psychological disturbance than by coherent ideological hostility.
114. See H. Nelson Wright The coinage and metrology of the Sultans of Dehli. pp. 163-64. 174. 218: see also above. N. 106 Following his eastern expedition. FerozShah Tughluq distributed bags of silver to mosques and sufi establishments in Dehli in August 1354 (Barani. Op cit., p. 597): but Hamid appears to be mentioning silver tankas at a time some months or a year before the supply of this coin in Dehli was replenished.
115. Muhammad Isma'il, Asrar al-majdhubin. Digby Ms., fol. 6a-b: for a lithographed ed.. title mistranscribed, Fathpur, 1893. see storey. p.1411, No. (38).
116. In modern times this sufi figure is known as Khwaja Karak (Hindi. "thunderclap") but it is clear from this work that the name must be

read as Gurg (Persian, "Wolf"). cf. The reference to himself in this passage as "a woiflike sheep".

117. Sheran: the writer is probably using the work loosely for beasts of prey.

118. Ay bibi ke sir [sic] . this Hindi exclamation frequently occurs in Khawaja Gurg's conversation reproduced in the work.

119. See above. pp. 70.71. 81.

120. K. Ewing's recent field research in Lahore indicates that madaris and Qalandars are to some extent synonymous in the panjab, as are Malangs. The preoccupation with the use of drugs of the hashish family is still strong, as it was among both Qalandars and Madaris in earlier centuries. The depilation or shaving of all facial and bodily hair. With leather garments. survived in the panjab in the late nineteenth century. As in Sir D. Ibbetson's ethnographic description (Quoted by Ewing, op. cit., see p. 50. n. 56): but this has apparently now vanished, and the Qalandars have become confluent with such peculiarly Indian be-sh.ar' groups as the sada suhagins ("perpetual brides") who dress in women's clothes and ornaments.Celibacy is maintained, as well as an open- air life wandering on a round of 'Urs festivals, Except in the case of professed Qalandar who have also a claim to be sajjada nashin of a Sufi Khanqah or tomb, on whom it is thought to be incumbent to marry and continue the lineage.

121. See n. 60. above.

122. Sharaf al-manaqib. P. 8.

123. See n. 7. above.

124. The poets Fakhr al-Din "Iraqi and Jamal al-Din Hansavi were contemporaries.the latter being acquainted with some of the ghazals of "Iraqi and writings jawabs ("replies") in the same metres, which in fact provide evidence dating these ghazals to the earlie: portion of his life spent in the Khanqah of Baha' al- Din resided, like ajodhan, lay on a main route between multan and Dehli I am indebted to Dr. R.J. Baldick. Currently working on the life and poetry of 'Iraqi, for drawing my attention to the connection.

125. Sharaf al-manaqib. P. 7.

126. Op. cit., p. 36: see the revised version of my paper mentioned above. N. 95.